# ورهاڱي جو ورجاءُ

## مضمون، ڪالم ۽ مقالا

(1974ع کان 1992ع)

ليکڪا: **ماهتاب محبوب**




نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سو اٺونجاهه

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | سهيل پرنٽنگ پريس ڪراچي. |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | ڪمپيوٽچ سسٽمس، محمدي پلازه<br>گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ. |
| پهريون ايڊيشن | مارچ 1992 |
| قيمت | 45/- رپيا |



---

*VIRANGAY- JO - VARJAO. by MAHTAB MAHBOOB. Published by New Fields Publications,Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh., Pakistan. First Edition March 1992 Price Per Copy Rs. 45/-*

محترم علي احمد بروهي جي نالي...
جنهنجي زندگيءَ جي شفق رتي شام،
أجري صبح جيان لڳندي اٿم.

- ماهتاب محبوب

# فهرست

## مضمون



## ڪالم



## مقالا

# جمهوريت جي جهوليءَ ۾.......

لساني فسادن جي نالي، سنڌي سماجهڙن جي هر مهيني باقاعديءَ سان وحشياڻي قتلام ۽ پنهنجي ئي ڌرتيءَ تي تيزي سان ريفيوجي بنجڻ واري ڏک ڏائڪ عمل تي، جتي عوام رت جا ڳوڙها روئيندي پنهنجي 'جذباتي فيصلي' تي ڪرڙ تي ڪاڏا، آتي ڪيترن پنهنجي دلين مان، ڇهه مهينا اڳ ئي 'جمهوريت' کي اَن آفيشل نيڪالي ڏئي ڇڏي هئي. پوءِ به الائي ڇو'ايشاڪ خان'، آئين ترميم واري رَسيءَ، کي اڃان ڍِر پئي ڏني، شايد ته ڪيس چند گرهڻ واري تاريخي ڏينهن جو انتظار هو ته جيئن زائچي نگار ۽ پيشن گويون ڪندڙ، چونڊيل حڪومت جو 'تختو اُونڌو' ڪرڻ وارو ڪجهه ڏوهه، چنڊ گرهڻ جي نِڌورائپ تي به مڙهي سگهن.

پوءِ ٿيو ايئن جو ڏسندي ئي ڏسندي ڇهين آگسٽ به اچي سهڙي ۽ گهر گهر گونجندڙ 'ڪرفيو فيمر' گيت 'نظر لڳي وئي، الا نظر لڳي وئي.....' نيٺ هٿي هنڌ ڪيو، جو ان نياڳيءَ نظر نه رڳو سنڌ ڌرتي، سنڌي عوام ۽ سنڌي ثقافت کي رَنڌي رکيو پر انڌي منڊي، لاچار محتاج جمهوريت کي به ڳڙڪائي وئي!

ڪنهن به چونڊيل حڪومت ۽ قومي اسيمبلي کي ٽوڙڻ، هڪ اهڙو ته نِندڻ جوڳو عمل آهي، جنهن تي جيترو به ڏک ڪجي سو ٿورو آهي، پر اِن حقيقت کان به اڪيون ڀوتي نٿيون سگهجن ته اسان وٽ جمهوريت آئي، لاڳيتو ارڙهن مهينا امن جي آسري ۾، سنڌين پنهنجا سِرَ وڃائڻ سان گڏ جيڪي سَئو ۽ ڀوڳيو آهي، تنهن کي سامهون رکندي صدر جي ان قدم کڻڻ جي آجيان نه، ته مذمت به نٿي ڪري سگهجي.

مونکي اهي ڏينهن پيا ياد اچن، جڏهن جمهوريت جي اچڻ تي شهرن ٽوڙي ڳوٺن جي گهر گهر ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ جشن پي ٿيا، چهرا تي ٻهڪيا، فضائن ۾ پُر جوش گيتن جي گونجار هئي ۽ زندگي اِن آسري خوابن جي سحر تي مستي ڀريو رقص ٿي ڪيو ته اسانجي دردن جو در مان ٿيندو ..... جمهوريت جا مسيحا اسانجي رڳن مان آمريت جو زهر ڇڪي ٻاهر ڪيندا ۽ اسين تحفظ ۽

سلامتيءَ واري ڀرپور زندگي جيئڻ لڳنداسين..... ڀاڻ کي اِهي دم دلاسا رڳو اِن آسري ڏيتا ٿيا، جو ڀانيوسين ٿي تہ جن ڀاڻ ڏک سور ڏٺا آهن، سي اسانجي اِحساسن، جذبن ۽ اُمنگن کي بہ ڀليءَ ڀت سمجهي سگهندا..... پر خوابن جي سحر ۾ اَن ويل ترٽلو ٿيڻي ويو، جڏهن 'جمهوريت' اِقتدار ۾ اچڻ شرط 'چوڏهن چُوهڙن' کي ڪٽي ڪنڌي چاڙهيو. انهن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ڀاڻ کي گروي رکي، سنڌي قوم جو باقي رهيل زخمي وجود ۽ عزت داءُ تي لڳائي، جڻ اسانکي ڪاپاري ڏڪ هنيو. ان ڀهرين 'جمهوري ڏک' تي چرڪجي ڪِن جون اکيون بر وقت ئي کُليون ويون تہ ڪي حسبِ معمول سُتا ئي رهيا، جو خبر نتي پئي تہ 'مئي پئي هِن ڪين سُتي پئي هِن.....'

هيڏانهن 'الله ميڏيان سيئي پچايان' جيان، چوڏهن چُوهڙن ۽ سندن همنوائن جو مَن ۽ مان، جيئن پوءِ تيئن ويو وڌندو، 'تہ مارا! هيڏي پلوڙ ۽ ماناڻي 'جمهوريت' اچي اسانجي پيش پئي!' روز نِت نوان انگل ۽ مطالبا ويا تي چوٽ چڙهندا، تہ جمهوريت بہ سندن هٿن ۾ جهنجٽو ٿيڻي وئي .....

هيڏانهن سنڌين لاءِ ڪيسن ڀويان ڪيس شروع ٿي ويا. سنڌ ڌرتي جمهوريت جي هَنج ۾، پنهنجا هزارين هنج وڃايا ۽ مور مارايا ..... جوڌا ۽ جوان وڃايا،حق وڃايا، گهر اُجڙيا، ڀاڙا ڦرايا..... پر تڏهن بہ جمهوري عمل دهشتگردن، سياسي وفاداريون وِڪڻي ڪائڻ وارن ۽ وحشي قاتلن لاءِ، ان راڳ جي مٺي لئہ تال تي جاري رهندو آيو تہ 'هاٿوڪا هاجا ۽ ڪيس، آمريت جي باقيات ۽ ورثي ۾ مليل حالتن جا ڪرتوت آهن'.... ۽ ان سان گڏ سڪٽو ڏڍ ڏيڻ وارو گٺل فلمي ڊائلاگ ٻڙ لڳو ايندو تہ 'قانون جا هٿ ڊگها آهن، ڪنهن کي نہ ڇڏيو ويندو '.....

قانون وري اهڙو جيڪو ويچارو، قانون جي پيچڪڙي ڪندڙن، دهشتگردن ۽ قاتلن اڳيان ذري ذري تي هسٽيريائي دوشيزه جيان ڏندڙجو پئي ۽ غريب عوام، ڊگهي هٿن ۽ ڪچي ڪنن واري قانون ڀويان سڀ ڪجهہ وڃائي بہ، رڳو اِن آسري تي پئي ڏکن جا ڏينهڙا ڏوريا، تہ آسمان مان ڪو خلائي ميونسپالٽيءَ جو ٽولو لهندو، جيڪو 'جمهوريت' چوائي، آمريت جي باقيات وارو سمورو گند ڪچرو ميڙي سيڙي ڪرينَ ۾ ڪٽائي ويندو. حالانڪ اِها ذميداري عوام ڪنهن خلائي عملي تي نہ، بلڪ جمهوريت جي نازڪ ڪلهن تي وِڌي هئي، پر جمهوري بيانن مان هر ڀيري ائين ئي لڳو، جڻ يارهن سالن جي باقيات واري گند کي ڌوهڻ لاءِ، جمهوريت کي بہ سڄا سارا يارهن سال ئي گهربل هئا.

اڄ حق پرستيءَ جي نالي، سنڌ جي گهٽي گهٽي مان بيگناهن جي رت جا دريا وهائڻ، روز جو معمول ٿيڻي پيو آهي. حيدرآباد جا پُر رونق رستا، زنده

وجودن جي هوندي به موئن جي دڙي جيان اُداس ۽ سُنسان آهن..... هر رستو، هر گس جڻ سڏڪي پيو، ۽ اسين ان ويران رستي جا نندڙڙا رهواسي، سڏڪن جي پڙاڏي ۾ جيئون پيا. هوڏانهن ملڪ جي سياست جو حال، ’نو مولود‘ سياستدانن ذري گهٽ ميوزيڪل چيئر واري راند جهڙو ڪري ڇڏيو آهي، جنهن تي چئن ڏينهن لاءِ ئي سهي ويهڻ جو وارو وٺڻ لاءِ، سڪيا سنجها ۽ اعليٰ خانداني پس منظر رکڻ وارا ڏسٽا وائسٽا، بنهه بوڪڙين ۽ سڪايلن جيان، اصل هٿن مان پيا ويندا..... ان ڏس ۾ رهيل ڪسر وري هر سال يا ڇهين مهيني اسيمبليون ٽوڙڻ، ۽ وزير بدلائڻ واري عمل پوري ڪري ڏني آهي. جنهنڪري وزارت جي آسري ۾، آسائتي پليءَ جيان اکيون ڇنييندڙن کي به ملڪي خدمت واري نعري تحت، ان ميوزيڪل چيئر تي ويهڻ جو وجهه مليو پئي. ڪرسيءَ جا لڳاتار چڪر هيلتائين ڪيترن ئي جو هيئون ٺاريو اچن، پوءِ به سيڪڙات سياسي اميدوارن جا هشام ڪٽا ناهن، ڇو ته ملڪ جو باقي رهيل وجود انهن کي ئي ته داءُ تي لڳائڻو آهي!

ڇهين آگسٽ واري تبديليءَ کان پوءِ اهڙا ڪيترائي چهرا نظر ايندا، جيڪي سياسي رتبو ماڻڻ جي شوق ۾، پنهنجي پنهنجي پارٽيءَ سان وفاداريون تبديل ڪري، وچي وزارت جي ڪرسيءَ چڙهيا، پوءِ پل ته ڪجهه ڏينهن لاءِ ئي سهي..... پر ته به ڪير ٽو ياڳ کي لت هڻي اهڙا گولڊن چانس مِس ڪري.....

ملڪ هلائڻ ڪو چرچو ناهي، ان ذميواريءَ کي ته ڪي ذهين، سنجيده، بردبار ۽ باڪردار ماڻهو ئي منهن ڏيئي چاڻين، پر بدقسمتيءَ سان اسانجي ملڪ جون واڳون اڪثر اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ آيون آهن، جيڪي جلسن جلوسن ۽ اسيمبلين ۾ خاندان سودو هڪٻئي هٿان بيعزتا پيا ٿيندا.... تڏهن اهي رهنما، وزير ۽ عوام جا حقير فقير پُر تقيسر خادم، سياسي گند جي اند ۾ ڪيئن ۽ ڪيڏا وائڪا ٿي پون ٿا، اها به هڪ عجب جهڙي ڳالهه آهي. اِن ڏس ۾ ڪي يرغمال ٿيل ملڪي اخبارون به الزام تراشين ۽ ڪردار ڪشيءَ کي هوا ڏيڻ ۾ اهم رول ادا ڪندي، سياستدانن جا هڪٻئي تي مڙهيل الزام ايڏي ته شدمد سان هلائين ٿيون، جن کي پڙهي اشراف عوام ڏندين آڱريون ڏيو ڇڏي. ڪجهه اهڙو ئي ڪردار هر دؤر حڪومت ۾ T.V به واهه جو نڀائيندو اچي، جڏهن به ڪا حڪومت لهندي ته خبرنامو ڦريو ’چغل نامو‘ ٿيو پئي ۽ اُهي معتبر مڙسالا توڙي زالون، جيڪي عام حالتن ۾ بنا اک ڇنڀڻ جي، ڪنهن رابوٽ جيان پيا حڪومت جا ڳڻ ڳڻائيندا آهن، سي ويچارا حڪم جا ٻندا، چور اکين سان ساڳئي واتان، مِيٽرن جيان وري گلائون پيا ٻڌائيندا..... اهڙي ريت اندروني سياسي جهيڙا، ذاتي جهيڙن جي شڪل اختيار ڪري، گهر گهر ائين گهڙن ٿا جڻ سياست دان نه پر ڪڏن تان چڙهي هٿ نچائي، ڪاڪڙو ڦاڙي وڙهندڙ، ڪي نهايت ئي جهيڙاڪ ۽ ڏنگيون عورتون هجن،

جن کي اوڙي پاڙي يا رستي تي ايندڙ ويندڙ جو به ڪو لحاظ نه ھوندو.....

بهرحال هر ملڪ جيان سياست جو چڪر اسان وٽ به پيو هلي، پر گهڻو مختلف انداز ۾..... ڪجهه مهينن جي جمهوريت، پوءِ 'نگران'، جمهوريت ۾ پوءِ يڪي ٻولي يا حسين..... يعني مارشل لا..... چو ته جيڪو آمر، حڪومت کي ڇچڙ جيان چهٽو، سو نه مرندو نه منجو ڇڏيندو. جيستائين وچي ڪو جهاز ڦاٽي ۽ آمر مان جند ڇٽي.

اڄ فوج ويچاري ڪيترا به ڪي بيان ڏي، ته ڪيس سياست سان ڪائي دلچسپي ناهي، پر مشاهدو ائين تو چئي ته هن ملڪ ۾ سياست ڪانسواءِ فوج کي ڪنهن به شيءِ سان دلچسپي ناهي. وس هلين ته ملڪ جو Nick Name ئي مارشلستان رکي ڇڏين.

چوندن ڪانپوءِ گهڻو ڪري جيڪا به ڏر ڪرسيءَ تائين رسندي آهي سا صحيح سياسي لائين تي هلي، عوامي خدمت ۾ جنبڻ بدران پنهنجي طاقت وڌائڻ، پارٽيءَ جي پبلسٽي ڪرائڻ ۽ وڏ ڪان وڏ يادگار ٺهرائڻ ۾ جنبي ويندي آهي، ۽ عوام ويچارو نالي ۾ نهال آديون آريجن جون، جيان، وڏي طاقت هڻڻ واري نعري ۾ ئي خوش ٿي، هر حڪومت ۾ پٺتان پٺت صدقي جي ٻڪري پيو ٻٻو. نتيجي ۾ عوام ويندو ڪٺندو ۽ يادگار ويندا وڌندا، پوءِ اوچتو ئي اوچتو سياسي زلزلو اچو وچي جنهن تحت بي رحم ۽ ظالم ڪرسي، هڪ کي ڦهڪو ڪرائي ٻئي کي پاڻ تي ويهڻ جو شرف بخشيندي.

ڪجهه اهڙو ئي حشر اسان وٽ جمهوريت جو به ٿيو آهي..... جمهوريت آئي، معاهدا ٿيا، پنهنجا ورسيا، يادگار کڙا ٿيا، ماٺهو ڪٺا ۽ پوءِ سياسي ڏڪي جي سڳ متائڻ جي دير هئي جو ڇهين آگسٽ واري زلزلي به اچي ٺڪاءُ ڪيو.....

ان زلزلي ڪان اڳ جمهوريت اسان لاءِ جيڪي ريشمي خواب آندا هئا، تن جي تعبير ايڏي پوائتي ٿيندي، اها حقيقت آمراڻي دؤر ۾ ڏسي شايد ته دل ايڏي نه ڏکوئجي ها، جيڏي جمهوريت ۾ ڏکي آهي.

سنڌ ڌرتيءَ جا اهي بدترين ڏينهن پلا ڪنهن کان وسري سگهندا جڏهن هتي گولين جو مينهن تي ونو، رت جا دريا تي وهيا، اذيتون ڏنل ۽ بي حرمتيون ٿيل لاش تي ڪڇيا..... تڏهن 'جمهوريت' گهر ور سوڏو امن جي نالي، پاڪستان جو مان متاهون ڪرڻ لاءِ ملڪ تي گهميا. آن ويل غير ملڪي نشريات ۾ اشاعت جون اِهي ڳالهيون به گهڻ پڙهيون يا ٻڌيون هونديون، جڏهن سنڌ جي ٻرندڙ صورتحال تي تبصرو ڪندي ٻاهرين پريس هنڌين ماڳين اهو وني هلايو ته جيڪا حڪومت پنهنجي ملڪ ۾ امن قائم نٿي رکي سگهي، سا ٻين ملڪن جا خيرسگاليءَ وارا دؤرا ڪيئن؟

خيرسگالي ۽ امن دوري تان واپسيءَ تي بي نظير جي اها پريس ڪانفرنس مون ڪان اڃان ناهي وسري، جڏهن تازي رتو ڇاڻ وارن واقعن ڪانپوءِ اسان هراسيل ۽ ڇڇيل هانوڙن سان T.V آڏو ان آسري اچي ويٺاسين، ته هوءَ سنڌي عوام تي ٿيندڙ انڌي ظلمن جا داستان پڌي تڙپي پوندي..... ۽ ضرور ڪو اهڙو اعلان ڪندي جنهن سان دلين کي آٿت ملندو. پر حيرت جي حد نه رهي جڏهن هن اکين ۾ لڙڪ آڻي، پريل آواز سان ڪشميرين جو روئڻو روئيندي چيو، "ڪو ڏينهن اهڙو ناهي جڏهن ڪشمير جي گهٽين گسن تان جوانن جا لاش نه کڄندا هجن....." اُن مهل الائي ڇو ڪنهن به صحافي ڪانئس اهو نه پڇيو ته "محترمه، سنڌ ۾ بي گناهن جا لاش ڇا آسمان مان ٿا اُڇلجن؟"

جڏهن ڏرتي وارثن کي، ڪشميرين جي سور ۾ ڳرندڙ جهرندڙ پنهنجي ئي ماروي نظر انداز ڪري ڇڏي، ته ان کان وڌيڪ باقي ٻيو ڪهڙو انڌير ڇٽبو؟..... ممڪن آهي هن پنهنجيءَ ٻَر ۾ سموري سچائيءَ سان سنڌي قوم جي ڏکن سورن جو داد فرياد ڪرڻ يا زخمن تي مرهم رکڻ چاهيو به هجي، ته به ان ڳالهه کان انڪاري نه ٿو ٿي سگهجي ته ماڪڙن کي هيڪاندي ڊپ ۽ اجائي اهميت ڏيئي، 'جمهوريت' ئي سِرَ تي چاڙهيو. 'چڱائيءَ کي چار، ڳئي هٿجن موچڙا' واري چوائي، ڪا ائين ته ايجاد نه ٿي هوندي. ڪو نه ڪو گهرو مشاهدو ته ضرور ان ۾ شامل هوندو. اسان چڱائي ڪئي به ته وري اهڙن سان، جن ڦيرائي هنيو پَٽ سان.....

جيڪي سکن ۽ هندن سان ٻَجي نه سگهيا ۽ متا ڦاڙائي هٿين خالي، پناهه ڳولهيندي سنڌ جي پناهن ۾ آيا، سي حُڪما حُڪمي سنڌين کان سندن شهر توڙي گهر خالي ڪرائڻ جا ائين پيا اعلان ڪندا وتن ڄڻ سنڌ ڪا سندن جدي پشتي جاگير هجي.

هر ڪنهن ظرف ماڻهو يا قوم جو نفسياتي جائزو وٺڻ سان خبر پوندي، ته هو پنهنجي حصي ۾ آيل خُوارين جا ڏلها ۽ ذِلتن جا داغ ٻين تي به ڏسڻ جا خواهشمند هوندا آهن. تڙجي آيل قوم هتان سنڌ واسين تي جيڪي ڏاڍايون ٿي رهيون آهن، اُهي لاشڪ ته اهڙي ئي ذليل خواهش جون مظهر آهن. جنهن ۾ هو پنهنجي محسنن ۽ پناه ڏيندڙن کي به ڪنهن ۾ رولي، در در ڌِڪا کارائي. ساڳي پاڻ واري ليول تي آڻي بيهارڻ جا جتن پيا ڪن. جنهن لاءِ ڪين جيتري به ملامت ڪجي سا گهٽ آهي، پر ڪين خبر هئڻ گهرجي ته اسانجي درويش صفت، سدوري ۽ سپاجهڙي سنڌي قوم هيرن مثل آهي، هيرن تي ڪيڏي به ڪپ اُڇلجي يا گند ته به هيرائي رهندا. سنڌين ۾ ڀل ته ڪي ڪمزوريون يا ڪَچايون هجن به ڪئي، ته به هو ڪنهن جا بدخواه ناهن. سندن دلين ۾ اڄ به اُنهن 'اُردين' لاءِ عزت ۽ پيار آهي

جيڪي سائڻ سُنو هلن پيا. باقي آهي بدنيت جيڪي سمجهن ٿا تہ دهشت جي زور تي سنڌين جو سُک چين برباد ڪري، گهر گهاٽ ۽ پاڙا وستيون ڦري، پاڻ اُنهن ۾ نري ٽائنيڪا ٿي ويهندا، تہ اِها سندن ڀُل آهي. جڳ ڏسندو تہ نيٺ بہ اِهي سيهڙ جا ڪنڊا، ٽڪ دانن ۽ پاندانن سان هڪ ٻئي جا متا ڦاڙي، پاڻ ۾ وڙهي ڊانگو ڊيري ٿيندا.

اَڄ جيڪي ڏاڍايون سنڌ ڌرتيءَ جي وارثن سان ٿي رهيون آهن، ان طرف هر پيري حڪومت جو ڌيان ڇڪايو بہ ويو پر هر پيري اِهو دلاسو ٿي مليو تہ 'آهستي آهستي سڀ ٺيڪ ٿي ويندو'. ۽ سڀ ٺيڪ ٿي وڃڻ جي آسري ۾ اسان جا حق، مُٺ ۾ جهليل واريءَ جيان کسڪندا ويا.

جمهوري حڪومت برخاست ٿيڻ ڪانپوءِ اسحاق خان طرفان لڳل الزامن جي ورنديءَ ۾ جڏهن بي نظير وڏي فخر مان عوام کي ٻڌائي ٿي تہ' اسان جي حڪومت جا هٿ ٻڌل هئا، فلاڻي فلاڻي پاليسيءَ سان فلاڻا فلاڻا نا خوش هئا. اسان فوج کي هيڏا اعزاز ڏنا، فوج جو بجٽ ۾ گهڻو حصو رکيو، ايف-١٦ جهاز ورتا، ڪشميرين لاءِ جدوجهد ڪئي، رائيس پرو سيسنگ پلانٽ ڏنا، اسان پيپلز ترقياتي پروگرام شروع ڪيا'..... تڏهن ڪاش..... رڳو تڏهن..... پنهنجون سمورين 'نيڪيون' ڳڻائڻ سان گڏ، ڪجهہ سچ پڌرا ڪندي، ائين بہ ڪٿي چئي ها تہ سندس دور ۾ پناه گيرن جون من مستيون حد کان وڌيڪ وڌيون..... قاتلن ۽ دهشت گردن کي آزادي ملي، تعليمي ادارا مهينن جا مهينا بند رهيا، هيترن گهرن پنهنجا ڪونڌر جوان ۽ واهون وسيلا وڃايا. سندس دور ۾ نہ رڳو رستن تي پر گهرن ۾ بہ سنڌي ٻولي سرٻاٽن ۾ ڳالهائجڻ لڳي ...... عزت دارن جون ٽوپيون لٿيون. سندس دور پاڻ تي اعتماد ڪندڙن جا ڪنڌ، پناه گيرن آڏو جُهڪرايا..... سندس دورِ اقتدار ۾ سنڌين کي مسجدن مان مارڻ جا اعلان، ۽ ڪين سنڻون سڏو ڪافر ڪوٺڻ جي جرئت ٿي!

اها بي نظير ئي تہ هئي جنهن آمر ضياءَ هٿان سياچن گلشر واري زمين وڃائڻ تي، هر پيري عوام آڏو اِن جو روئڻو ٿي رنو..... پر ڪاش هوءَ سياسي سوديبازي جو چشمو لاهي، اسانجي دلين سان ڏسي ۽ محسوس ڪري ها، تہ سندس انڌي اونڌي پالسين سبيان، سنڌ اسان لاءِ ڪيترا گز ۽ ميل سوڙهي ٿي وئي آهي تہ اُن لاءِ بہ هو اسان اڳيان سياچن گلشر واري زمين جيان، هر هر اظهار افسوس ڪندي نہ ٿڪجي ها. تڏهن هو سنڌ ۽ سنڌين تي ٿيندڙ ظلمن خلاف آواز اُٿاريندي، صدر جي قدم کڻڻ کان اڳ ئي وزرات جي ڪرسي آمر واري 'باقيات' جي مَنهن تي هڻي، پنهنجي عهدي تان استيفا ڏئي ڇڏي ها تہ ڪا ڳالهہ بہ هئي. باقي هاڻ اِهو ٻڌائڻ مان ڪهڙو فائدو تہ 'اسانجا هٿ ٻڌل هئا'..... ڇا تڏهن

ڪيس عوام ڪان وڌ پنهنجو اقتدار پيارو هو جو هن ـ اُهي ڳالهيون اسان تي ظاهر نٿي ڪيون؟

اڄ مونکي سندس هڪ ويجهي ساٿيءَ جا لفظ پيا ياد اچن، جنهن چيو هو،

There is a hell of difference between Prime Minister Benazir and Prisoner Benazir

اِها ڳالهہ رڳو سندس ويجهائي نہ پر اسان عوام، پري ويهي بہ محسوس ڪري سگهون ٿا. بهرحال هن گهٽي دير ڪري ڇڏي، هاڻ ڏسجي تہ عوام هِن پيري بہ ڪو جذباتي قدم کڻندو يا سوچي سمجهي پنهنجي حق ۾ ڪو فيصلو ڏيندو. ڏسڻو هي آهي تہ چوويهن آڪٽوبر ڪانپوءِ سنڌين لاءِ ظلمن ۽ ناانصافين جو ڪو نئون باب ٿو کُلي يا احتساب جي آڙ ۾ نگران حڪومت ماڳهين ڪُرسيءَ کي چَڪ هڻي چهٽي ٿي پئي.

'سهڻي' حيدرآباد

# ايندڙ وقت ۾ حقيقت

آمرانہ راڄ ۾ سنڌي رسالن لاءِ واڄھائيندي ورھيہ گذري ويا پر سھڻي، سوجهرو ۾ روح رهاڻ جي معيار جهڙو رسالو وري نظر نہ آيو جيڪو روح کي راحت ۾ ذهن کي وسعتون بخشي؛ اندر اُجاري سگهي. ماه و سال جي بندشن کان آزاد. قضا جو تير کائڻ لاءِ ڇتي- ڇهماهي کو ڪنگيءَ ڪاڏل رسالو نِڪتو بہ ٿي تہ اَڻ مدائتي مينهن جيان ہہ ٿي وسڪارا ڪري؛ ايئن ڪٿي اوچتو آپگهات ڪندو جو پويان لاوارث لاش جيان پڇائي ڪانہ ٿيندس تہ نيٺ کهڙيءَ ويڏن ويو.....
باقي الله اَجرڏيندو سداحيات 'نئين زندگي' ۽ 'پيغام' جهڙن ڊاول رسالن کي جيڪي سڀاڃهڙا جهوني بڙ جيان ٻارھوئي گهاٽي ڇانوَ لايو بيٺا آهن ۽ دڪانن تي ڏِڪا کارائڻ بدران گهر ويٺي ئي اَچو نڪاءِ ڪن.

'نئين زندگي' تہ خاص ڪري اديبن لاءِ هڪ اهڙي تربيتي اداري جي حيثيت رکي ٿو، جنهن اڄ جي ڪيترن ئي وڏن اديبن جي ذهني اوسر ڪري ٿوم مان جعفران بنايو آهي، پوءِ بہ الائي ڇو اڃا تائين 'تمغہِ حَسن ڪارڪردگي' جهڙو ڪو اعزاز پلئہ نہ پئجي سگهيو اٿس؛ جيڪو 'نانيءَ ويڙهي' واري زمري ۾ اچڻ کان پوءِ هرو ڀرو ايڏو جاڪوڙ طلب مسئلو بہ ناهي رهيو.

جمهوريت جي جهوليءَ ۾ سنڌي رسالن جو اڄڪلهہ جيڪو بخت ورڀو آهي ان لاءِ ايترو ئي چوڻ ڪافي ٿيندو تہ شل اِهو سدائين نيبہ هجي. خدا جو شان آهي تہ اڄ بُڪ اسٽالن تي جنهن پاسي ٿي نظر ڪجي اُتي سهڻي گيٽ اَپ ۾ رنگا رنگ ۽ جدت ڀرئي دلڪش ٽائيٽل سان : سنڌي رسالن جي حڻ بيوٽي ڪامپيٽيشن لڳي پئي آهي، ڪو 'حسينا عالم' جو پَد ماڻي ڇڪو آهي تہ ڪو ماڻڻ جي خمار ۾ ماڳهين ڏينهون ڏينهن خبطي ٿيندو پيو وڃي، جنهن جي سورنهن آنا شاهدي رسالي جا اندريان صفحا بہ پيا ڏيندا. جيڪي سياست، انقلاب، قوم پرستي، تجزين ۽ جائزن کان علاوه؛ پرڏيهي فلسفي کان ويندي پرڏيهي ناولن، پرڏيهي انٽرويوئن ۽ ٻين ڪيترين ئي ڪولسٽرول پيدا ڪندڙ ڳري کان ڳري مواد سان سٿيا پيا آهن. هونءَ بہ ڪنهن شيءَ جو وت کان وڌيڪ ڊوز ڏيڻ طبي توڙي

سائنسي نقطِ نگاه کان سخت هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿو.

مسلسل ذهني دٻاءُ، خوف ۽ هراس اسان جي معاشري جي جيڪا قياس جوڳي حالت ڪري ڇڏي آهي، تنهن ۾ وِيڙهه جي راڳ جهڙا طويل ترين مضمون ۽ بيزار ڪندڙ ترجما؛ پڙهندڙن تي مڙهڻ ڪيڏو نه ظلم بغداد ڇيو!

ڪو هلندي پڇنديءَ وارو ناميارو اديب يا ليکڪ اهڙا بقراطي مضمون لِکي لِکي ۽ پڙهي پڙهي خدا نه ڪري جي دماغي عارضي ۾ مبتلا ٿيو ٿه ڪٿي ته وري به سندس واهرو ويٺا آهن. جيڪي رڙائي رڙائي مرٽينگ ڪري نيٺ به علاج لاءِ ٻاهر موڪليندس، پوءِ آتان 'پيتيءَ' ۾ ڪجي اچي يا سنئين لِڱين سوٽ بوٽ پائي سَوتا هٿندو اچي لهي، اِهي ڪتنس ڀاڳ! پر مسڪين پڙهندڙ ڳوريون تخليقون پڙهي پنهنجو هوش وڃائي ويهن ته اُنهن جي علاج جو ذمو ڪير کڻندو؟ ڇو جو رسالي جا نٽ ٿانگر ۽ ڇلڪا ڏمڪا ڏسي، جيڪو ڳري قيمت ڏيئي رسالو خريد ڪندو، سو نه چاهيندي به انجو آکر آکر پڙهڻ تي مجبور ٿي ويندو، آن نيٺ ٻروچ جيان جنهن پتاشن سان گڏ ماڪوڙو ڦڪيندي چيو، " تول وچ آيا هنيئن، مفت دا ڪونهين جو ڇوڙ ڏيوئين."

اهو صحيح آهي ته ذهن کي وسعت ڏيڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڳوڙهن مسئلن وارا ڏيهي، پرڏيهي تخليقن جا ترجما يا اصلوڪا مضمون نظر مان ڪڍڻ گهرجن پر عام ماڻهوءَ جي سمجهه کان بالاتر ڳرا مضمون لکي، اُنهن کي پنهنجي ماحول ۽ حالتن سان پيٽيندي، اڄ جو اهم مسئلو ۽ ضرورت بنائي پيش ڪرڻ نٿو جڳائي. خوف، هراس ۽ بي يقينيءَ واري هن دور جو حل رڳو ڳري ادب وارو فيشن، خشڪ تجزيا ۽ قوم پرستن جا هيڪاندا انٽرويو ئي ته ناهي.

جمهوريت هر ڪنهنکي پنهنجا اهنج، ايذاءُ، مدعا ۽ مقصد ظاهر ڪرڻ جو موقعو ڏنو آهي، جنهنڪري اسان کي ماڻهن جي ذهني سطح تي لهي معاشري ۽ زندگيءَ سان لاڳاپيل مسئلن تي قلم کڻڻ گهرجي.

هيڪاندو ڳرو مواد ڏيڻ جي سلسلي ۾ اڄڪلهه اخبارن به چڱا ٿهر ڪيا آهن، جن جا وچان صفحا 'الله ڏي ٻانهو سهي' جيان، هجن ئي جڻ خيراتي..... اتي به عام ماڻهوءَ جي سمجهه کان مٿاهان، تفصيلن جي بار هيٺان دٻيل طويل ترين قسط وار، خشڪ مضمونن جا خوف ناڪ ترجما نهيا رکيا هوندا، جن تي هر پيري متوقع مبصرن ۽ صحافين جا چاتل سچاتل نالا ڏسندي ئي هانءُ روڙجو ۽ سَت ڇڏائجو وڃي. اهڙا مضمون پنهنجو پائيدار ۽ مجموعي تاثر ڇڏڻ بدران، ذهن تان ائين پيا وائيپ آف ٿيندا آهن جيئن هلندي ڪار جي ونڊ اسڪرين تان سينهن ڦڙيون.....

مضمونن جي ان صورتحال جو ذڪر جڏهن هڪڙي نامياري ليکڪ سان

ڪير تہ هو ياڻن پريو اڳ ئي ڪو باهڙيو ويئو هو، پنهنجي جڳ مشهور مرڙهائي اِستائيل مان چيائين، ” بابا ڳالهہ ئي نہ پڇ، انهن جا مضمون پڙهي اسانجا تہ مغزئي ڏڏيو وڃن، سمجهہ ۾ ئي ڪجهہ نہ ايندو. هاڻ تہ ليک مٿان ٿلهو سندن نالو ڏسندي ئيِ ڪنبٽي وٺيو وڃي، پرڏيهي ادب، سياست ۽ انقلاب جي ٿوري چاڻ چا ملي اٿن؛ پاڻ جهڙو اڪابر ۽ ڏاهو ڪنهن کي سمجهن ئي نٿا، ويتا تا مضمون مٿان مضمون رهڙين، ڪو جهلڻ پَلڻ وارو ئي ڪونهين.“

اهو بڌي اَمالڪ منهنجو ڌيان هڪ اخباري مضمون ڏي ويو جنهن ۾ پرڏيهي ادب ۽ ليکڪن جي مقابلي ۾؛ سنڌي ليکڪن جي لکڻين جي مٿاڇري ڇنڊڇاڻ ڪندي صلاح ڏني وئي آهي تہ 'آهي اهڙو ادب تخليق ڪن جنهن کي ويٽنامي پڙهن تہ سندن ئي مسئلو لڳي'منهنجي خيال ۾ فلحال مبصر صاحب پنهنجي صلاح جي پيش نظر پاڻ ئي اهڙو ادب تخليق ڪرڻ جي مشق جاري رکندو اچي تہ وڌيک بهتر ٿيندو.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ مغربي ادب وڏي ترقي ڪئي آهي، پر جي اسان جي اديبن کي اهڙو سازگار ماحول ۽ تعليم يافتہ سڌريل معاشرو ملي، جهڙو مغربي اديبن کي ميسر آهي، تہ هوند اسانجي ليکڪن جو نالو رڳو هند-پاڪ جي سطح تائين محدود رهڻ بدران دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ چاتل سڃاتل ٿي وڃي. ان جي باوجود بہ اسان جا اديب ڏتڙيل حالتن ۾ محدود وسيلن ۾ جيڪو ڪجهہ تخليق ڪن ٿا اهو ڪنهن بہ پرڏيهي ادب کان گهٽ معيار وارو ناهي.

اخبار جو سمورو مضمون ٻاهرين ادب جي ساراهہ سان ڀريل هو، سنڌي اديبن ۾ بہ ڪن ٿورن کي ئي مغربي ادب بابت ڪجهہ ڄاڻ رکڻ جي حوالي سان مٿاهون درجو ڏنل هو باقي تہ صاحب مضمون ڪانسواءِ سڄي سنڌ ۾ ڄڻ ٻوڪ پريا پيا هجن، وري بہ ڪيس جس هجي جو هن هڪ عوامي مئگزين جي ڪالم نگار جيان پرڏيهي ادب جي پيٽ ۾ سنڌي ادب کي 'ڊونڊ' ۽ بزرگ اديبن کي ان ڊونڊ تي ويٺل ڳجهون نہ ڪوٺيو آهي.

مضمون نگار رڳو ڏيهي - پرڏيهي ادب جي ڳالهہ تي دنگ نٿو ڪري پر حسب روايت سنڌي ليکڪائن کي ادب جي الڳ خاني ۾ اڇليندي ۽ انهن جي هيل تائين ڪيل سموري ادبي ڪوشش کي يڪ سر نظر انداز ڪري، سڄو ڪريڊٽ هڪ دانشور ڪامريڊ جي کاتي ۾ وجهي لکي ٿو، 'هن پنجيتاليهہ سال اڳ عورت جي مسئلي تي جيڪا ڪهاڻي لکي هئي، اها فلاڻي ليکڪا کان فلاڻي ليکڪا تائين ٿوري ڦير ڦار سان اڄ سوڌو پئي لکجي.'

حاصل مطلب تہ سنڌي ليکڪائن کي ٻي ڪا واٽ ئي نٿي سُجهي ۽ هو ”لالڻ تنهنجي لاڙ لڳي آهيان' جيان لاڳيتو يا ايئن کڻي چئجي تہ 'آنڌا ڌنڌ' انداز ۾ ان

دانشور ڪامريڊ جو پلئہ پڪڙيو پيون اچن. ڪاش، ڪڏهن ڪو نيڪ بخت ايئن بہ ڪٿي لکي تہ ’فلاڻي ليکڪا مردن جي مسئلن تي سؤ سال اڳ جيڪا ڪهاڻي لکي هئي، سا ’اڄ سوڌو‘ سمورا مرد ليکڪ ’ٺوري ڦير ڦار‘ سان لکندا پيا آچن تہ هوند مردن جي ادبي فراخدليءَ جو مثال قائم ٿي پئي، پر هڪ مرد جي نظر ۾ صرف ۽ صرف مرد ليکڪ ئي جهان جي مسئلن تي قلم کڻي سگهي ٿو. جڏهن تہ ليکڪائن بہ سماج جي عام مسئلن ۽ مختلف موضوعن تي دل جي سموري سچائي سان گهڻو ڪجهہ لکيو آهي.

دنيا ۾ انسان ذات جا مسئلا ، انهن جا آهنج-ايذاءُ گهڻي ڀاڱي ساڳيا آهن پر وقت، حالتن ۽ ماحول جي پيش نظر انهن ۾ ازخود قدرتي طور تبديليون ايندڀون رهن ٿيون. انسان معاشري ۾ جيئي ٿو، معاشري مان سکي ٿو ۽ انکي ئي پنهنجي ڪُل حاصلات سان نوازي بہ ٿو. اديب مرد هجي يا عورت، ان ئي معاشري جو حصو آهي، جنهن پنهنجي ڪُل حاصلات مان نہ رڳو معاشري کي نوازيو آهي پر ان لاءِ گهڻو ڪجهہ ڀوڳيو ۽ وڃايو بہ آهي.

سنڌ جا اُهي ڪيترائي سچا هڏ ڏوکي اديب ۽ ذميدار صحافي، جن ڪالهہ پنهنجي قوم کي سلطاني سهاڳ ماڻڻ جي واٽ ڏسڻ لاءِ بيفڪريءَ واري ننڊ مان ٿي جاڳايو، اڄ بہ اسان جا همراهي آهن ۽ ساڳي جذبي سان سنڌ ۽ سنڌيت جو سِير تي ڀهتل ٻيڙو تارڻ لاءِ وس پيا ڪن. هو پنهنجي اصول ۽ موقف تان نہ اڳ ڦريا هئا؛ نہ ئي هاڻ ڪا مصلحت ڪين بدلائي سگهي آهي. البت ڪن سياسي ليڊرن ان طويل عرصي اندر پنهنجي ڊپلوميٽڪ پالسين ۽ سياسي اثرن هيٺ سوين رنگ مٽيا آهن. تنهن ڏينهن سترهن سال پراڻو ’سهڻي‘ رسالي جو ايڊيٽوريل پڙهي مان لفظن جي سچائيءَ تي حيران رهجي ويس، جنهن ۾ دل جي گهراين سان سنڌي قوم کي ڏونڌاڙي ڏونڌاڙي سجاڳيءَ جا چتاءَ ڏنل آهن. مهاجرستان جي منصوبي کان آگاهيءَ جا احوال ڀڏايل آهن. وقت ضايع ڪرڻ بنا مسئلن جو حل سوچڻ جي صلاحن سان گڏ، پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جون هدايتون ڏنل آهن. بنگالي بنگلاديش ڇو ناهي سگهيا؟ انهن حالتن ۽ وسيلن جا؛ جن جي ڪري بنگلاديش ٺهيو، جذبات کان هٽي جائزا ورتل آهن. ٺلهي نعرن ۽ هوڪرن بدران سنڌ ۾ سنڌين جي اڪثريت گهٽجڻ جهڙا حقيقتن جا ڪرا ڪرا اظهار آهن. فيوڊل لارڊس جي سنڌ ۽ سنڌي عوام دشمني بابت ڪڙا ڪسارا سچ آهن. حرفتن کان آگاهيءَ جي تلخ حقيقتن ۽ اڻ ٽَر چتائَن تي ٻَڌل اهڙا ڪيئي ليک، ڪيئي ايڊيٽوريل جيڪر اڄوڪين حالتن جي پيش نظر هڪ وار وري ڇاپي پڌرا ڪجن تہ اسانجي باهمت نئين ٽهي، جيڪا نسبتاً اڳين پيڙهيءَ کان گهڻو باشعور ۽ ساڃهہ ڀري آهي، تنهن کي اهو سڀ پڙهي يقيناً اچرج سان گڏ بي حد افسوس بہ ٿيندو تہ ڪيترا

سال اڳ ڏيان ڇڪائيندڙ ڳالهين کي هاسڪاري چو نظر انداز ڪيو ويو. نتيجي ۾ اڄ سوڏو نہ مطالبا مجرائي سگهيا آهيون نہ ئي مسئلن جو ڪو حل حاصل ڪري سگهيو آهي، رهندو پڌل پيڙيءَ جون هريڙون بہ پيون هٿئون وڃن.

مان سمجهان ٿي تہ اهو سڀ انڪري آهي جو اسين فطرتاً بي نياز آهيون، ڪتل؛ تہ بہ خان ليکبا آهيون. ڪنهن 'ايري غيري' قوم تي تہ اک ئي نہ پڏندي اٿئون شايد تڏهن ئي اهڙن 'ننو لحيرن' جي همبوچين ۾ اندر ڪاٽ هٽڻ کي ڪا اهميت نہ ڏيندي، بي نياز ٿيا ويٺا هئاسين. اسان کي ايڪو نہ هئڻ واري حقيقت کان وڏيڪ، اِن اک نہ پڏڻ واري بي نيازيءَ ئي پوڙيو آهي.

تاريخ اسانکي ڪهڙي موڙ ڏي وٺي ويندي، اِهو فيصلو وقت ڪندو، پر سچ اهو آهي تہ اسان حقيقت ۾ ايندڙ وقت کان اکيون پوٽي ڇڏيون آهن.

'سهڻي' حيدرآباد.

# ورهاڱي جو ورجاءُ

يادون ڪيڏيون نه بي رحم ۽ بي ڇَيون هونديون آهن، ڪڏهن ڪڏهن ته انهن جي سهاري زندگيءَ جو رڻ جهاڳي وڃبو آهي ته ڪڏهن اِهي تڙپائي تڙپائي ماري وجهنديون آهن. ڪيترن ڏينهن کان مان اُهي منظر، نقش ۽ نشان تصور ۾ آڻڻ کان لوايان پئي، جيڪي ذهن ۽ دل جي ڪُنڊ ڪُنڊ ۾ اُڪريل، روح ۾ رَچيل ۽ ساهن ۾ سمايل آهن، جن کي وسارڻ تي وس ئي نٿو هلي. يادن جي حقيقت ڄاڻيندي به اڄ ايڏي مصروفيت جي باوجود نظرون بي اختيار سامهون ٽيون ڪچن ...... مان پت تي ٽنگيل تصوير ۾ ئي نهاريان..... ڪئي ڀيرا اها ڏٺي هوندم. پر ان ۾ نظر ايندڙ شخصيت کان سواءِ، اوسي پاسي جي شئين ڏي ڪڏهن ڌيان ئي نه ويو..... منهنجون نهارون يڪ ٽڪ تصوير ۾ کُپجي ٿيون وڃن..... گهر جو گيٽ، ان جا ڪُنڊا ڪڙا..... لان جي ڪُنڊ ۾ ڳاڙهن گلن سان جهنجيل بوگن وِلا جون ولهيون ڏسي، هانءُ نپوڙجي ويو..... پئي ئي پل مان خوابن خيالن ۾ وڃائجو ٿي وڃان..... مونکي لڳو ته ڪنهن اِڪٽي وڏي گهر جو گيٽ کوليو ۽ اسين اندر داخل ٿياسين..... واسينگن جي دوزخ ۾ گهريل، پنهنجي ننڍڙي جنت 'ارم نما' ۾!

پورچ مان لان ڏي ايندي پنهنجو پاڻکي بوگن ولا جي تارين ۾ اُلجهيل ٿي ڏسان.....

"ڪيڏي نه گهاٽي ٿي وئي آهي..... هاڻ ان جي ٽِرمننگ ٿيڻ گهرجي." ڳاڙها گلابي گل، شوخ ۽ بي باڪ هوائن جي آڏار تي ڇٽي ڇٽي ۽ اُڏامي نه رڳو اسان جي لان ۾ ،پر سموري بلاڪ جي مڙني بنگلن اِڳيان اڱڻ تي وکرجي ويا. جيئن ڪنهن جي آجيان ۾ وڇايل هجن..... پر راهن ۾ گل وڇائجن يا اکيون، بي قدرن وٽ انهن جو ڪهڙو قدر..... قدر ته سڀاجهڙن پنهنجو به نه سڃاتو، بي قدرن سان وڙ ڪري، قرب وندي، پنهنجو قدر ئي گهٽائي ڇڏيو.....وڃائي ڇڏيو اُهو سڀ ڪجهه جيڪو حاصل هو..... پوءِ به شاه سائين جي عالم آشڪار دعا کي 'طلسمي تعويذ' سمجهي، ٻانهن سيراندي ڏيئي ويٺا رهيا.

انگريزن جي حرفتن ۽ چالاڪين کان بي خبر رهي، رڳو مغلن ئي هندستان ڪونہ وڃايو، عربن بہ آمريڪا جي ڦند ۾ ڦاسي، ساڳي وات ورتي. 'پنهنجي وڍيءَ جو ويڄ نہ طبيب' جيان، سنڌي بہ رضاخوشيءَ سان پناهہ گيرن هٿان بي وقوف بڻيا.

سڪيءَ ستابي انگريزن سان، تڙجي آيل ڏکي ٻکي قوم جي کھڙي پيٽ، پر جيئن انگريز آئي ملڪ ۾ انگريزي جو زور وڌيو، تيئن سنڌ ۾ وري سنڌين، بنا سوچڻ سمجهڻ ۽ ڏسڻ وائسڻ جي اِن اَڪ نہ ٻڌڻ جهڙي قوم کي ڪٽي سر چاڙهيو! عام سنڌي گهراڻا تہ نهيو، پر جيڪي اڄ قوم پرستيءَ جا تمغہ هنيو ويٺا آهن، تن جي گهرن ۾ بہ اڄ سوڏو ادي، ادا بدران پائيجان ۽ باجيءَ جو پيو باجو وڄي. ڪير ٻڌولهي تہ ڏيکاري ڪنهن هڪ بہ پناهگير جو گهر، جنهن ۾ پائيجان ۽ باجي هڪ ٻئي کي ادي ۽ ادا ڪري پيا نرندا هجن. بظاهر تہ اهي سنهيون سنهيون ڳالهيون ڪنهن ليکي ۾ نٿي آيون، پر 'ڪتون لڳي، گهرون لڳي' جيان سنڌين جي اصل بربادي جو ڪارڻ ئي اتان شروع ٿيو، جن نہ رڳو انهن جي ٻولي، پر سندن هٿرادو رسمن رواجن کي بہ پنهنجو ڪري ورتو، تہ ڪاڏي پيتي ۽ رڌي پڪيءَ جي هر شيءِ ۾ بہ بارهن مصالن جي تباهہ ڪُن بارود کان ويندي 'آدرڪ - لسن' ۽ نر ڦوٽن جا ڏوڙيا وسائي ڏنا. تڙيل قوم سنڌ ۾ هنڌين ماڳين جڏهن اهڙا مان ڏنا تہ پنهنجو روشن مستقبل ڏسي، دل ئي دل ۾ 'جيئس زي جيئس منهنجا چاڻائو تا جيئن' چواڻي، ڪڇيون هڻن ۽ بغلون وڃائڻ لڳي تہ 'مار! اسين روهہ رليا ڪي ايڏي اوج کي اچي رسيا آهيون.' ۽ پوءِ اُنهن پنهنجي پَر ۾ جڻ پوتي ڪِڇي ورتي. پانهياريءَ جو ٻُجو بہ سونو جيان، انگريزن جو تہ چوڏاري ڏاڪو ڏسي سمورو ملڪ مرعوب ٿيو ۽ زماني جي گهر موجب ان انٽرنيشنل ٻوليءَ کي جيءَ ۾ جايون ڏيڻ نهيو بہ ٿي، پر ڏتڙيل قوم جا طور طريقا ۽ لشڪري ٻولي پاڻ تي طاري ڪري، سنڌين وڏي تاريخي غلطي ڪئي، جنهن جي تلافي ٿيڻ هاڻ ممڪن ئي ناهي.

ورهاڱي کان اڳ اسان وٽ فارسي، عربي ۽ انگريزيءَ جيان اُردوءَ کي بہ ساڳي اهميت حاصل هئي، پر لڏي آيل قوم، سنگهہ ڪَڍي ساڃو ٿيڻ، کان پوءِ ان ٻوليءَ تي پنهنجو خاص حق سمجهي، مڙني علائقي ٻولين کان مٿاهون چاڻيندي، نہ رڳو نفرتن جو بنياد وڌو، پر ٻين ٻولين جي پيٽ ۾ سنڌ، سنڌين ۽ سنڌي ٻولي کان تہ جڻ ڪو جنمن جو رهيل وير ورتو، جنهن جا نت نوان مثال جيئن پوءِ تيئن تيزي سان پڌرا ٿي آڏو پيا اچن. اهڙي حالت ۾ ڪنهن سنڌي سڄڻ جو ان ٻوليءَ خلاف رد عمل ظاهر ڪرڻ فطري ڳالهہ آهي، جنهن کي ان دعويٰ سان

ريتي نہ ٿو سگھجي تہ اردوءَ ۾ لکڻ اردو دانن کي احساس ڏيارڻ لاءِ آهي تہ، ’ڏسو اسين توهان جي ٻولي ۾ لکي سگھون ٿا. جڏهن تہ اوهين ۴۳ سال گذارڻ کان پوءِ بہ اسان جي ٻولي سمجھڻ کان لاچار آهيو‘..... لفاظيءَ جي بار هيٺ دٻيل اهڙا اڻ پورا دليل دانستہ ڪيل پَل جيان آهن. ڇاڪاڻ تہ اردو طبقو ايڏو پورڙو ناهي، جو واڇن مان ڪير وهائيندو وتي. هو ڀلي ڀت سنڌي سمجھي، لکي ۽ پڙهي بہ سگھن ٿا، پر نہ چاڻ جو ائين سانگ رچائيندا. ڇڻ سنڌي ڪا اهڙي جناتي ٻولي آهي، جو ڪير بني بشر سکڻ ۽ ڳالهائڻ جو تصور ئي نٿو ڪري سگھي.

اسان جا پنج پڙهيل لکيل معتبر مٿيرا مرد بہ انهن جي هڪ رواجي ماڻهو جي مڪارين ۽ چالبازين سان پڄي نہ سگھندا. اسان مان ڪو وڏي عهدي تي چڙهي پوندو تہ ڪنڌ ۾ ڪلو نہ، تہ بہ ڪلف ضرور لڳي ويندس. هو ڪامورو بڻجي پنهنجي ڌرتي واسين جي واهر ڪرڻ بدران، ڌارين وچ رَچڻ لاءِ انهن جي خوشامد ۾ جنبي ويندو ۽ ويهن ئي ننهن يا ڇاڳي هئڻ جي صورت ۾ پاويهن ئي ننهن جو زور هڻي، اهو ثابت ڪندو تہ هو سندن حڪم اڳيان ٻچن سوڌو ٻانهو آهي ..... پنهنجا وڃي ڪڏ جي تري ۾ پون، آهي ڪيس ڪهڙو ڪٽي ڪارائيندا..... ان جي بر عڪس ٽڙي ٽاڙجي، سنڌ جا سٺيا ٽڪر ڪاٽي ڪو پناهگير عهدو اقتدار ماڻيندو تہ ڀريائين پنهنجي قوم جي ماڻهن جي پٺ ڀرائي ڪندي، انهن کي ورسائي اڳتي آڻيندو، انهن جون مددون ڪرڻ پنهنجو ڀريون اخلاقي فرض سمجھندو. هيڏانهن اسان وارو خوشامدي ڪامورو ڪيڏائي ڀڄ ڇو نہ لوڏي پوءِ بہ سندس اهميت ’حاڪمن‘ آڏو، ’آئي تہ رَچي، تلي تہ بلا‘ کان وڌ نہ هوندي پر جي آقائن جو منس ڪوپ ڪتو ۽ وقت کان اڳ ئي ٽنگو ٽالي ٽي عهدي تان لهٽو پيس، تہ ڌرئون ڦٽڻ واري اَهنجن ايذائن جي جهڳي ٻڌڻ لاءِ وري بہ پنهنجا ئي واندا ملندس.

پناهگيرن کي ايڪي ۽ ٻڌيءَ جي زور تي زندگيءَ جي هر کيتر ۾ ڏينهون ڏينهن چوٽ چڙهندي ڏسي اسان مان ڪي ڇگا مڙس ٻوڇڻ ڇنڊي اٿي کڙا ٿيا ۽ جيڪو هو پاڻ نہ ڪري سگھيا، ڪين ڪندو ڏسي ساڙ ۽ حسد مان انهن تي طنز ڪرڻ ۽ نالا رکڻ شروع ڪري ڏنا.

هونءَ بہ اسان جي قوم جي ڪيترن ئي ماڻهن کي عملي ڪم ڪرڻ بدران، طعني تنڪي ۾ وات وجهڻ سولو لڳندو آهي. انهن ڳالهين لڏي آيلن کي ويتر شهہ ڏني، هو سنڌين جي نااتفاقي ۽ اجائي لباڙ جو فائدو وٺي، چوڌاري پنهنجا پير جمائيندا ويا ۽ اسين پاڻي سر تان لنگھي وڃڻ کان پوءِ بقول هڪ شاعره جي ’هان! هي ڇا ٿيو آ !؟‘ ڪندا رهجي وياسين....

سنڌين جا اوڇا ڳات ڪي تہ ڪٽي پنهنجي افعالين جهڪيا، باقي جيڪي اجان

مٿيرا هئا. انهن کي به اسان جي اڳواڻن لڳي جا ناهہ ڪرائي جهڪائي ڇڏيو. هيڏانهن تنظيمن ۽ تحريڪن جي اڳواڻن جو تہ ڪاٿو ئي ڪونهي. سنڌ وچي تہ پل پئي وڃي. سر وڃن تہ بہ گهوريا. هر ڪو پاڻ کي هيرو سڏائڻ جي شوق ۾ ٻئي کي گهٽ ڪرڻ جي هڻ هٿان ۾ رڌل هوندو. قسمت سانگي جي ڪٿي ڪنهن کي حڪومت جي ڇيچ جهلڻ جو سونهري وجهہ ملي پيو، تہ همراهہ پنهنجا سمورا اڳيان پويان ذاتي ۽ سياسي پلاند چڪائڻ ۾ ئي پورو نہ پوندو. اهڙا ماڻهو شروع ۾ تہ برابر ڪو ڪاز کڻي ايرن ٿا، پر پوءِ شهرت يا پاور جي بانور ۾ ڪاڻن سڀ ڪجهہ وسريو وڃي. سندس سڄي دلچسپي پنهنجي هيرو ازم جي ساک ۽ ڀرم قائم رکڻ تائين هوندي، پوءِ چاهي ان لاءِ ڪيس جان جي بازي ڇو نہ لڳائڻي پئي، عام ماڻهن کي ڪهڙي خبر تہ مقصد پويان سر ڏنائين يا پنهنجي Ego خاطر پاڻ وڃايائين. ان Egoisim جي ڪري ئي اڄ سڄي دنيا داءَ تي لڳل آهي، جيئن خود ڪشي ڪرڻ واري کي ڪنهن جي پرواهہ نہ هوندي آهي تيئن ايگوئزم جي شڪار طاقتن ۾ بہ انسانيت ۽ دنيا جي تباهيءَ جو ڪو اونو ڳوليو نہ ليندو.

اسان ۾ ڪي احساس ڀريا ذهين ماڻهو آهن تہ اهي نا اتفاقيءَ سبب ڪجهہ بہ ڪرڻ کان لاچار ٿيا پيا آهن. بس ڇڙو پنهنجي 'هٺڻ' جو احساس ڏيارڻ لاءِ مردانو ڪنگهہ ڪڙڪو قائم رکندي، رکي رکي بيانن جا پتر پيا اڇليندا تہ 'خبردار سنڌ يا سنڌين کي ڪجهہ ٿيو تہ سموري دنيا ڏوڏي ڇڏينداسين!' اهو دهمان پريو دڙڪو ڏيئي، ننڌٽڪي عوام کي پنهنجي حال تي ڇڏي، علاج لاءِ پرڏيهہ روانا ٿي ويندا آهن. خبر ناهي ڇو اسان وٽ 'ڪجهہ ٿيو' کان پوءِ ئي هوش ۾ اچڻ جو دڙڪو ڏنو ويندو آهي، ڇا نہ ٿيو آهي اڄ تائين جو باقي ٿيڻ جو انتظار ڪجي ..... جيڪوڪجهہ ڪري ڏيکارٽو آهي، اهو 'ڪجهہ ڪرڻ' جي دڙڪي کان اڳ ڇو نٿو ڪجي. ٿلهو مائيڪ اڳيان رانيان ڪري تہ 'بقا جي جنگ' نٿي جوٽي سگهجي.

جيئن هري موتواڻي لاءِ دوستن ۾ هليل آهي تہ هن جي هند مان سنڌ ڏي اچڻ شرط سدائين فساد ڪڙا ٿيا آهن. تيئن اهو بہ اتفاق ئي چئبو، تہ محبوب جي وري ٿوٺر تي اسرڻ سان فساد ۽ ڪرفيو اچي ٿي ڪڙڪيا.

ٿيهين سيپٽمبر واري موتمار رات ۾ بہ مان ٻارن سوڏو گهر ۾ اڪيلي هئس. محبوب ان رات سکر مان رشيد ڀٽيءَ جي پٽ طارق جي شادي اٽينڊ ڪري شانيمار ۾ موٽٺو هو. اسان شام کان ئي هن جو انتظار پي ڪيو، انين وڳي منهنجي ٽٺان فون تي ٻڌايو تہ شهر ۾ قيامت نازل ٿي وئي آهي. جهٽ پلڪ ۾

ڪرفيو بہ لڳي ويو، ڪجھ سمجھ ۾ ئي نہ پئي آيو تہ ڇا ڪجي. رات جو نائين وڳي جي. او. آر ڪالوني مان محبوب جو فون آيو، تڏهن وڃي ڪا دلجاءِ ٿي. ٻڌايائين تہ جيئن ئي ٽرين مان لٿو ٿي تہ هن ڪان اڳ ۾ لهندڙ ٻن ماڻهن کي گوليون هڻي ٿڏي تي ماريو ويو، ۽ پوءِ هو اڪيان لهڻ بدران پوئين پاسي کان لهي، ڏاڍي مشڪل سان هيستائين پهتو هو، جيسين ڪرفيو لهي، تيسين ڪيس اتي ئي رهڻو پوندو. انيتالهين ڪلاڪن کان پوءِ جيئن ئي ڪرفيو ۾ ساهي ٿي تہ هو بہ اچي گهر پيڙو ٿيو.....گهر ڏي ايندي مهل سامهون رهندڙ 'مڪري مهانڊي زيدي صاحب، هڪل ڪري ٽوڪ مان چيس، "سائين ڪيڏانهن پڇي ويا هئا؟"

"پڇندس وري ڪيڏانهن، منهنجا ٻار ٻچا تہ ات ئي ويٺا آهن، سکر مان موٽندي ڪرفيو ڪري ڦاسجي ويو هئس."

زيدي جي پٽ عسڪري ٻيءَ جي ڪونس کي محسوس ڪندي محبوب کي چيو، "انڪل، بابا جي ڳالهہ جو دل ۾ نہ ڪجو، هو تہ مذاق پيا ڪن."

محبوب جڏهن اها ڳالهہ مونسان ڪئي تہ ڏاڍي خار لڳم، ڇو تہ اهو مذاق نہ هو، انهن پليتن جي اندر جي ڪُهر هئي.... تمنا هئي پراڻي، تہ اسين پڇون ۽ هو ڪلن ..... هندستان مان پڇي اچڻ واري بزدليءَ جو شرم پرچائين ..... پنهنجي ملڪ مان ڊوهجي نڪرڻ واري بي عزتيءَ جي باهہ اڄ بہ انهن جي اندر پئي پڙڪي، جنهن کي 'نئون وطن' جوڙي، اسلام جو ڪوٽ اڏڻ وارا دعوي بہ اڃا تائين وِسائي نہ سگهيا آهن. زيدي تہ ڪٿي وڏو هو، پر پناهہ گيرن جي ٻچي ٻچي جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ڦيڻ ٿيڻ لڳي هئي تہ لطيف آباد مان رڳو سنڌي ئي پڇندا، پناهہ گير نہ..... ڇاڪاڻ جو سنڌ ڌرتيءَ جي پناهن ۾ اچي پنهنجا پير پختا ڪرڻ کان پوءِ سندن حال توڙي مستقبل محفوظ هو. هيڏانهن پنهنجا شهر ۽ پاڙا ڦرائڻ کان پوءِ بہ اسان وٽ خوشفهمين جي لڄ اڃا باقي هئي تہ سڄي سنڌ اسان جي آهي، سڄو ملڪ اسان جو آهي، ملڪ جي ڪنهن بہ سلامتيءَ واري ڪنڊ ۾ وڃي رهون يا پناهہ وٺون، اُن تي اسان جو حق آهي، اسين سرحدون اورانگهي ڪونہ پڇنداسين..... پر اهو خوش فهميءَ جو واءُ بہ هاڻ عارضي ٿي لڳو.

جمهوريت آئي اسيمبليءَ ۾ پناهہ گيرن کي نمائندگي ملڻ جي خوشيءَ ۾ لطيف آباد جي سيني روڊن رستن، گهرن گهٽين، پٽين ۽ ڇتين تي گيهہ جا ڏيا ٻاري، جيئي مهاجر جي گيتن ۽ نعرن سان جشن ملهايا ويا. ڏيئن ۽ روشنين سان جهر مر ڪندڙ سڄي اسٽريٽ ۾ اسان جو اڪيلو گهر هو، جنهن تي روشن بلبن جي جهالر بدران گيٽ تي ٻرندڙ ٻن ٻتين 'اقليتن' جي نمائندگي ٿي ڪئي، تنهن کي بہ پنهنجي پر ۾ احتجاجاً سٽين وڳي سان ئي وسائي، اونڌهہ اندوڪار ڪري ڇڏيسين، ڇڻ اهي بند ٿيڻ سان جشن جي رونق ۾ ڪا ڪمي اچي وڃي ها.....

هڪ عجيب احساس تحت اسان سنجهئي در دريون بند ڪري وجي سمهڻ جي ڪوشش ڪئي، اهي ڏينهن ڏيڪارڻ تي جڏهن سڄي جاڳيل سنڌي قوم ٿي ڪجهه نه ڪري سگهي ته اسين ڇا ٿي ڪري سگهياسين. رکي رکي اهو خيال پيئي آيو ته ڪٿي دهشت جي زور تي اسان کي به نه ڏيا ہارڻ تي مجبور ڪري وجهن، پر هنن اها جرئت شايد ان ڪري نه ڪئي، جو اسان وارو يونٽ جڻ ڪاسمو پوليٽين هو. جتي سنڌي، پناهه گير، انگريز، پٺاڻ ۽ پنجابي سڀ بي فڪرا ٿي رهيل هئا. جڏهن ته ٻين يونٽن ۾ باهه ٻري پئي هئي. فسادن مهل اخبارن ۾ يونٽ ڇهين جو نالو ڳولڻ سان به نٿي مليو. ڪو جي ان پاسي جو واءُ سواءُ معلوم ڪندو هو ته نظرجڻ جي ڊپ کان ڪوڙ ڳالهائيندي چوندي هئس، ”خير آ، باقي هونءَ هتي به نڪاءُ نوڪيون لڳيون پيون آهن.“ ہارن کي پڻ ڇهين نمبر واري امن امان تي خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ کان جهلي ڇڏيم. مون ته وس آهر گهٽائي ڊِڪ ڊِڪيا، پر امن امان نه مڙيو ۽ دهشت گيريءَ اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ لاءِ اصل سنڌرا ٻڌي بيٺو. پوءِ اهڙي ڪا گهڙي نه هئي، جنهن ۾ گولين ۽ برسٽن جا آواز نه ايندا هجن. صبح جو اک کُلندي ئي انهن جي سلاميءَ تي هئي، ته هنڌ ۾ به سلامي وٺي پوءِ وڃبو هو. برسٽ، گوليون فائر ۽ هينڊ بمن جا ڌماڪا جڻ زندگيءَ جي فلم جو بئڪ گرائونڊ ميوزڪ بنجي ويا. لڏي آيلن جيڪي گورا ڪڙا ڪيا، تن جو تَئو سنڌي سڀاجهڙن تائين اچي پهتو. ڌارين چوٽاُرف شرانگيزين جا شيها پلٽي ڇڏيا. هيڏانهن ويچارا 'مارو اڪيلڙا چانگون نه چيلڙا' ٻولن جو درد سمجهڻ بنا، سرمد جي ڳاتل گيت جي لئه تال تي نچڻ ۾ پورا.....

سنڌين خلاف سازش پنهنجو رنگ ڏيکارڻ شروع ڪيو. ڏسندي ئي ڏسندي سنڌين جا ڪيترائي گهر خالي ٿيڻ لڳا. گهرو سامان ٽرڪن ۽ سوزوڪين ۾ سٽيل ڏسي اکيون پرجي پرجي ٿي آيون، پر تڏهن به ارادا جبل جيان آڏول هئا. فرق رڳو اهو پيو ته صبح سوير ريڊيو تان ايندڙ سنڌي پروگرام کي دري پر ۾ هئڻ ڪري ڪجهه جهڪي آواز ۾ ٻڌڻ لڳس، ڇو ته برسٽ ان پاسي کان ئي هلندا هئا. برسٽن ۽ گولين جي نڪائن سان گڏ هر پاسي کان ايندڙ خير خواهن جي ٽيليفونن ته ويتر اوسان خطا ڪيا. روايتي دعا سلام واري کيکريا 'هلو هلو ڪار ' بدران استائيل ئي هڪ نئون ايجاد ٿي پيو. پهريون جملو جيڪو اچي ڪنن سان ٽڪرائبو، سو اهو ته، ”اڃا اتي ويٺا آهيو؟“

”ڇڏيو پناهه گيرن جو پاڙو، نڪرو هتان.“

هڪ سڄاٽوءَ ته هر نڪاءُ ۽ هر ڪرفيو سان گڏ اهو پڇڻ جي نياڳي کيڪ ٻڌي ڇڏي ته ”بچا ويٺا آهيو؟“

ان بي ڊنگي سوال جو جواب، ڏاڍي نظم ۽ ضبط سان ڏيٺو ٿي پيو. ائين ٿي

لڳو ڇڻ اهڙن واقعن ۾ بچي، اسان سوال پڇڻ واري کي سخت نااميد ڪيو هجي. ڪو وري فون تي اتاوليءَ مان پڇندو، ”اوهان ڏي اجا گهر ڇڏڻ جي ڪا ڌمڪي ڪانہ آئي آهي؟ فلاڻن فلاڻن کي تہ ڪڏو ڪو ملي بہ وئي!“

هونءَ انهن ڳالهين پويان ڪنهن جي نيت تي شڪ ڪرڻ نهيو تہ ڪو نہ ٿي، پر دل ويچاري نيٺ ڪيستائين اهڙا دلهول ڏياريندڙ جملا برداشت ڪري ها. جن حوصلو تہ حوصلي جي ماڪ، مرڳو خوف تي ڏياريو.

فسادن ۾ لطيف آباد جي سنڌين پنهنجي فيمليز کي ڳوٺن يا مِٽن مائٽن وٽ حفاظت واري هنڌن ڏي ڏياري تي موڪليو. جڏهن هائو مائو ترندي ۽ ڪا ناپر ٿيندي هئي تہ موٽائي ماڳ آڻبو هئن. اهڙين مهلن تي پناهون ڏيندڙن وٽان اڪثر اهو بہ ٻڌڻ ۾ ايندو هو تہ. ”فلاڻا فلاڻا هيڏو سارو ڊمبلو وٺي اچي رهيا. اسان جا راشن ڪٽائي ڇڏيائون. سڄو ڏينهن رڳو پئي ڪاوان ڪاوان پوندي هئن. پناهون وٺي ويندي مهل اسان جون فلاڻيون فلاڻيون شيون کڻي ويا....“ اهي ۽ ان ئي ذهنيت جون ٻيون ڳالهيون ٻڌي مان خدا کان اهڙو وقت ڏيکارڻ کان پناهہ گهرندي هيس. رشتا ناتا، مِٽيون مائٽيون، دوستيون ۽ دعويداريون ماڻهن جون گهڻئي هونديون آهن، پر منهنجي خيال ۾ هر رشتي کان اُتم صرف ۽ صرف ماءُ پيءُ جو رشتو آهي، انهن جي پناهن ۾ وچي اولاد کي ڪڏهن بہ اهڙا دل آزاريندڙ جملا نہ ٻڌڻا پوندا آهن. انهن جا احسان تہ اولاد عمر ڏيئي بہ لاهي نٿو سگهي..... اسان کي بہ دوستن، عزيزن وٽان پرسڪون حالتن تائين پاڻ وٽ رهائڻ جون ڀرپور پيش ڪشون ٿيڻ لڳيون..... پر منهنجي سوچ اها هئي تہ سر بچائڻ لاءِ هڪ دفعو جيڪو پاڙو ڇڏجي تہ وري اُن ۾ رهڻ لاءِ نہ وڃجي. فساد تہ هاڻ روز جو معمول بڻجي ويا هئا. هر هر گهر مان سلامتيءَ لاءِ ڀڄڻ ۽ وري ڦڪو فالودو ٿي موٽي اچڻ، نهيو نٿي. اها تہ سچ پچ کل ڪرائڻ ۽ دشمنن کي تنهائين هٿي ڏيڻ جهڙي ڳالهہ تي لڳي تہ اهي ٽيتمڪڙا اهڙا اچي مڙس ساماٽا آهن، جو ڪائنن هر ڀيري ڊڄي ڀيو ڀڄبو. اهڙي سوچ منهنجي بي وقوفي هئي يا اجايو ضد، بهر حال ڇا بہ هو، مون گهبراهٽ ۽ تڙ تڪڙ ۾ گهر ڇڏڻ بدران سوچي سمجهي قدم کڻڻ تي چاهيو تہ ڪٽي ائين نہ ٿئي، جو ڪنهن غلط فيصلي تي ساري زندگي پڇتائڻو پئي. ان ويل مونکي جيڪا همت ۽ حوصلو مليو، اهو لاشڪ تہ مون قدرت طرفان ٿي پاتيو. اهڙي عالم ۾ مائٽن جا دهمانن پريا فون ايندا هئا تہ ”گهر گهاٽ ڦٽو ڪري فوراً نڪري اچو، زندگي آهي تہ اهي وري نهي پوندا. تڏهن مان سوچيندي هئس تہ ڏينهون ڏينهن مختصر ٿيندڙ زندگي، اتان ٿي تہ نہ شروع ٿيندي، جتان اسان شروعات ورتي هئي، جو وري سڀ ڪجهہ نهي ملندو..... ۽ سڀ ڪجهہ وڃائي نلهہ تي در در ڌڪا کائڻ واري زندگيءَ جو فائدو بہ

کهڙو..... سَچ تي ڪير ڪنهن کي ڪيستائين برداشت ڪري ها.

منهنجي لاڳيتي انڪار کان تپجي هڪ پيري فسادن ۾ منهنجي مائٽن فوجي گاڏي به تي موڪلي، جڏهن نه مڙيس ته مرڳو ڪرنل کان فون ڪرايائون، جنهن ڪڙڪي دار آواز ۾ محبوب جو پڇيو. مونکي محبوب جي حضور شرميءَ جا سور سجهيا ته، جيڪي وري اسان کي گڏجي پوڳڻا پوندا آهن، تنهنڪري اڳوات ئي حفاظتي اُپاءُ وٺندي چيو مانس، "هو سمهيا پيا آهن."

"واءُ جو وقت ڳوليو اٿس سمهڻ جو، گولين ۾ ننڊ اچيس ٿي! خير، آءُ گاڏي موڪليان پيو، توهان جهٽ ڪري نڪري اچو." هن حڪما حڪمي ڪرنلائي دهمان مان چيو.

ايستائين منهنجي ذهن ۾ آئيڊيا تيار ٿي وئي، وراڻيم، "پر ٻڌو، توهان تڪليف نه ڪريو. منهنجا ساهرا S.D.M جي گاڏي موڪلين پيا، اسين ته اوڏانهن پيا وڃون."

"ٺيڪ آهي، پوءِ پل اوڏانهن ئي وڃو، پر هتان جلدي نڪرو." هن ائين چيو ڄڻ گهر تان غير قانوني قبضو ڇڏائيندو هجي.

ڪرنل کي ٽاري مون اچا ساهه ئي مس کنيو ته مٿان ساهرن جو فون اچي سهڙيو. جيڪي سخت پريشان هئا..... ۽ انهن به اچڻ لاءِ زور پريو..... محبوب کين چيو ته " ماهتاب کي مائٽن مان ڪرنل جي گاڏي اچي پئي، هاڻ اوڏانهن پيا وڃون، توهان فڪر نه ڪريو." انهن کي دلجاءِ ڏيئي اسين گهر ۾ بي فڪرا ته نه، پر وڏي سوچ ويچار ۾ غرق ٿي وياسين ته نيٺ حالتون ڪٿي دنگ ڪنديون، امن امان جي ته ڪا صورت ئي نظر نٿي آئي.

سوچيم، گهر ته هزارن ڪٽنبن وڃايا آهن، انهن ڪهڙي دل سان ۽ ڪهڙين حالتن ۾ پنهنجا اجها ڇڏيا هوندا..... ڇا انهن کي پنهنجي گهر سان پيار نه هوندو..... پر هٿي ئي لمحي منهنجي سامهون انهن مائٽن جا چهرا ڦري آيا، جن بنا سوچ ويچار جي دٻاءُ ۾ اچي تڪڙا قدم کنيا ۽ پوءِ پڇتايو.

مون اهو پاڙو نه ڇڏڻ جو پڪو پهه ته ڪيو، پوءِ به لاشعوري طرح ائين ڀائيندي هئس ته ڪو هيو به اسان جي همت افزائي ڪري دلداري ڏي ته 'پل ات رهيا پيا هجو، سڀ خير ٿي ويندو' پر ڪنهن به ائين نٿي چيو. جيڪي سنڌي ملڻ ايندا هئا، انهن کان لطيف آباد ۾ سنڌين جي آئيندي بابت سوال ڪندي هيس، پر ڪٿان به ڪو تسليءَ ڀريو جواب نه ملندو هو. سياست تي گهري نظر رکندڙ مصطفيٰ قريشي جيڪو فنڪار هئڻ سان گڏ، هڪ ادب دوست، هڏ ڏوکي ۽ ذهين انسان آهي، ان به اسان وٽ لطيف آباد ۾ آخري ڀيرو اچي جڏهن ساڳي سوال جي جواب ۾ مايوسي ڏيکاريندي چيو، "اڄ نه سڀان هتان سنڌين کي لڏڻو ئي

پوندو.....“ تہ دل وسامي وئي..... وراڻيم، ”پر ادا اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ ڪين پنهنجا اڳڻ موڪرا ڪري ڏيون.“

”واهہ! اڳڻ موڪرا......“ هن ماحول جي گنڀيرتا ٽوڙيندي فنڪاراڻي انداز ۾ داد ڏيندي روبينہ کي چيو،”ڪيڏو نہ ٽيپيڪل ۽ خوبصورت لفظ آهي.....“ مون سوچيو، انهن خوبصورت لفظن جي خوبصورتي تڏهن قائم رهي سگهندي، جڏهن اسان عملي طرح ڪجهہ ڪرڻ جو ثبوت ڏيون.

ان رات ڪافي دير تائين اسان ڏارين ڪي جيءَ ۾ جايون ڏيئي پاڻ وچائڻ وارين غلطين تي ڪُليءَ دل سان روشني وجهندا رهياسين. اهو ڇاڻيندي بہ تہ اسان جي سيني چڱاين تي تاريڪي ڇائنجندي پئي وڃي. سوچيم، هي ڏرتي دولهہ دريا خان، هوشو ۽ هيمو جهڙن بهادرن جي نالي گهٽيئي تڳي آهي..... ۽ ان ڪان اڳ جو اسين ڪنب ڪنب ٿي وڃون، اسان کي ڪنهن اهڙي جرئتمند سچي اڳواڻ جي ضرورت آهي، جيڪو اسان جون هڙئي محروميون دور ڪري سگهي، پر اهڙي سوچ بہ رڳو ’ڪاش‘ تي اچي دنگ ٿي ڪيو.

فسادن جي هڪ ٻئي پٺيان يڪي ڏم سبب، لطيف آباد ۾ سنڌين جا گهر تيزيءَ سان خالي ٿيندا ويا. جيڪي ايڪڙ ٻيڪڙ هئا، تن جا رهواسي بہ لڏڻ جي سعئي ۾ هئا. حميد سنڌيءَ ٻڌايو تہ سندس گهر جي گهٽي بہ ذري گهٽ خالي ٿيڻ تي آهي، پر پاڻ اجا ات ئي رهيل هو. ڪيس ويٺل ڏسي دل کي ڏڍ مليو. وڏيڪ خاطري لاءِ پڇيومانس، ”توهان تہ اتان نہ ويندا نہ؟“

”وڃڻو تہ پوندو، هاڻ ات وڏيڪ ترسڻ بيوقوفي آهي.“

”پوءِ توهان ڇا سوچيو آهي؟“

”ڄامشوري يا مسلم سوسائٽي ۾ جاءِ ٺهرائيبي.“

عالمن جي اَبي حميد سنڌيءَ کان اهي لفظ ٻڌي اصل تاڪ لڳي ويا.....

لنڊن وڃڻ کان پوءِ مٺي واري فسادن ۾ هَن جو گهر ٻڻ خالي ٿي ويو، اتان موٽيو تہ G.O.R ڪالونيءَ ۾ ياءُ وٺ وڃي رهيو، جڏهن ڪا ٺاپر ٿي تہ لطيف آباد واري گهر مان فون تي ٻڌايائين تہ هو گهر جو سودو ڪرڻ لاءِ ڪاغذ پٽ وغيره ڳولڻ آيو آهي، پر قادر ڪرم ڪيس ۽ هو جيسين وفاقي سيڪريٽري يا وزير تعليم ٿئي ئي ٿئي، تيسين وائيس چانسلريءَ ۾ ئي محفوظ ٿي، پراڻو گهر وڪڻڻ ۽ نئين گهر جوڙائڻ واري جهنجهٽن کان بچي ويو. باقي اسان پارا نيم سرڪاري ماٺهو، لطيف آباد ۾ کهڙي پل تي رهي سينو ساهيون ها... ان ٻڌتر واري ڪيفيت دوران ڪڏهن ڪڏهن ڊاڪٽر نجم عباسي جا فون بہ اچڻ لڳا. لاشڪ تہ اهڙي وقت ۾ ساڳي علائقي جي رهندڙ ماٺهن کي هڪ ٻئي جو ڏڍ

گهربل هوندو آهي. مون کي ان ڳالهه سان خوشي ٿي ته هن پڻ مون جيان پنهنجو گهر نئي ڇڏڻ چاهيو، پر جڏهن اهو آتت به گهٽا ڏينهن جتاءُ نه ڪري سگهيو ته فيصلو اتي اچي بيٺو ته اسان مان ڪنهن کي به ڪٿي رهڻ لاءِ ڪو چڱو گهر مليو ته ان ڏس ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪنداسين.

هر روز اخبارن ۾ ظوملين هٿان ڌرتي واسين جي قتل عام ۽ لڏي ويلن جي نالن جون لسٽون پڙهي، انسانن جي هڪ ٻئي لاءِ اهڙي درندگيءَ تي سوچيندي سوچيندي، حد نگاه تائين حقارت ئي حقارت ٿي پکڙجي وئي ۽ حقارت جي ان سمنڊ ۾ مون کي پنهنجو وجود ڪنهن ڪک مثل لڙهندي پئي محسوس ٿيو. اهو ته ڪنهن به نئي چاتو ته ملڪن جا ورهاڱا. دلين جا ورهاڱا بنجي ويندا، پر اهي ويچا به ته لڏي آيلن پاڻ پيدا ڪيا. اسان وارن جي ته سندن 'خوشنودي' حاصل ڪرڻ لاءِ 'سنڌي- مهاجر ڀاءُ ڀاءُ' چوندي زبان ئي نئي ٿڪي. اصلي وارثن کي گلاس- برنيءَ واري جي هوڪي، 'پراڻا ڪوٽ، پراڻا بوٽ' واري ليول تي بيهاري، 'پراڻا سنڌي' جهڙو مدي خارج ۽ اڻ شاناٽتو لقب ڏيئي، ڌارين کي 'نئون سنڌي' ڪوٺيو. جڏهن ته سنڌي نه نوان ٿيندا آهن نه پراڻا. سنڌي صرف سنڌي هوندا آهن.

پناهه گيرن کي سنڌي ڳالهائڻ يا سڏائڻ سان ڪڏهن ڪا دلچسپي ئي نه هئي. هاڻ ته انهن کليو اظهار به ٿي ڪيو ته هو، سنڌي بنجڻ لاءِ پاڪستان ڪونه آيا آهن..... سوچان ٿي پوءِ نيٺ ڇو آيا؟ ڪين ته هند ۾ ئي ڪنهن هندو حاڪم جي حاڪميت ۽ بابري مسجد جي ساءِ ۾ پنهنجي ٻين محب وطن هندستاني مسلم ڀائرن سان گڏ رهڻ ڪپندو هو.

بهرحال اڄ هو ڪٿي ڇا به چون، پر سچ اهو آهي ته هو به ڪي پاڪستان ۾ اسلام جا ڪوٽ قلعا اڏڻ لاءِ دهلن دمامن سان، جُهمريون هٽي ڪيچ ڳائيندا ۽ جهنڊا ڦڙڪائيندا ڪونه اچي لٿا هئا. ڀلا پنهنجو وطن به ڪا چوڙڻ ماڻڻ جي شيءِ ڇٽبي، جنهن سان ساري زندگي جا ناتا ڇني، ني طلاقون ڏيئي ڦٽو ڪري، 'نئين وطن' لاءِ سنڌرا ٻڌي سنبتون ڪجن..... خوشيءَ مان ته ڪير به پنهنجو وطن نه ڇڏيندو آهي. جلاوطنيءَ جي مجبوري، بي وسي، ڇلهجي ڇيڇلائجي مرڻ جو خوف، عزت ۽ جان مال جي بربادي‌ءَ جا ڌهڪاءُ ئي ترڪ وطني جا سامان پيدا ڪندا آهن..... يا پوءِ لوڀ لالچ جا سودائي اهڙا قدم کڻندا آهن، جن لاءِ شاهه سائين چوائي ته، 'حيف تنين هوءِ، جن وطن وساريو.' پوءِ قربانيون ڏيئي 'نئين وطن' کي اسلام جو قلعو بنائڻ واري سِيٽ ڇا جي؟

ڪيڏو نه ڪوڙ آهي ان شرم پرچائڻ واري اجائي پرمر ۾..... شايد تڏهن ئي اهڙن موقعن لاءِ ڪنهن چيو هوندو 'ٻڌڻ ويو وسري لڏڻ آيو ياد' قربانين ۾ نه

ڪليم حاصل ڪبا آهن، نه اجهو آسرو ڏيڻ وارن کي ڏرتيءَ کان ڌڪڻ جون سازشون ڪبيون آهن.....

سنڌ جون تباهيءَ واريون حالتون ڏسي مون کي ائين ٿي لڳو، هڪ وار وري ورهاڱي واري عمل پاڻ ورجايو هجي.مون سوچيو:ڇو نه ڪو ٿيو ورهاڱي جو ورجاءُ.... اهو ڪو ڪامياب ڊرامو ته نه هو، جيڪو پبلڪ جي بي حد اصرار تي ٻيهر رليز ٿيو هجي.....

ڪتاب جو ٻيو ڇاپو ته نه هو، جنهن جي پهرين ايڊيشن جون سموريون ڪاپيون وڪرو ٿي ويون هجن..... شايد هي ورهاڱي جو ورجاءُ، ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جيان آهي، جنهن ظاهر ٿيڻ ۾ ٽيتاليهه سال ورتا!

ڪهڙي مهيني جي ڪهڙي تاريخ ڪهڙا ڪهڙا فساد ۽ حملا ٿيا..... ڪيئن سنڌين جا ڪونڌر ڪٺا..... دليون وساٿيون.... ارمان اجهاٽا. ان ڳالهه جي جدا جدا تفصيل ۽ تسلسل ڪا معنيٰ ئي نٿي رکي..... قيامت جي طويل ڏينهن جيان سڀ ڏينهن ساڳيا ٿي لڳا.....

ٽيهين سيپٽمبر جا قتلام هجن يا ويهين مئي جا محشر..... سڀ ڪجهه ذهن ۾ گڏ مڏ ٿي دهشت، موت ۽ ماتم جي هڪ صورت وٺي بيهي رهيا.

جنهن مهل به فسادي حالتن شدت ٿي اختيار ڪئي، تڏهن ساهرن مان هر هر پيو اسان جي شفيق بابا سائين جو فون ايندو هو ته ڇڏيو لطيف آباد ۽ اچي صدر واري گهر ۾ رهو.

محبوب جي جيجل به ڪا گهٽ پريشان نه هئي. رات ڏينهن ڪين اسان جو فڪر ۽ اون لڳل هئي ۽ اسين هر پيري ڪين سنڌن دعائن سان محفوظ رهڻ جو يقين ڏياريندي، مطمئن ڪندا پئي آياسين. پر ان ڏينهن ته اسان جي هوش حواسن تي ڄڻ ڪا وڄ ڪري پئي ۽ سخت اجنبيت جو احساس ٿيو، جڏهن قلمي آپريشن دوران 'منهن ۾ قرآن اندر ۾ ابليس' جهڙي صفت واري مولوي، مسجد مان وڏي واڪ پناهه گيرن کي جهاد جو سڏ ڏيندي 'سنڌي ڪافرن' کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو! ائين ٿي لڳو، ڄڻ اسين سچ پچ ڪا اهڙي خطا وار قوم هجون، جن جو اوسي پاسي جي 'مسلمانن' سان ڪو تعلق ئي نه هو ۽ اجايو پاڪبازن جي علائقي ۾ بار ٿي اچي رهيا هجون. اعلانن ۾ جيئن پوءِ تيئن ڇتائي ايندي وئي. ملعون مُلي هر هر جهاد جا هوڪا ڏيندي چيو پئي: 'جلدي ڪريو زخمين لاءِ پنهنجون گاڏيون ڏيو، گهرن جا ڪمرا خالي ڪريو، اتي سنڌي ڪافرن هٿان شهيد ڪيل مهاجرن جا لاشا آڻي رکبا ۽ زخمين کي آندو ويندو، اسپتال ۾ جايون پرجي ويون آهن، اسان جا رضاڪار اوهان ڏي اچن پيا، ڪتون، بسترا ۽ چادرون ڏياري موڪليو، ڪاڌ خوراڪ پهچائي وڃو،' سموري حقيقت سامهون هوندي به

ڪنهن تي اعتبار ئي نه پئي آيو، حيرت پئي ٿي ته ائين ڪيئن ممڪن هوندو ته ملڪ ۾ ڪو قانون نه هجي، ڪا ايجنسي حرڪت ۾ نه آئي هجي. سمجهيم ڪو پيانڪ سپنو پئي ڏسان، اجهو هينئر ڇرڪ ڀري جاڳ ٿيندي ۽ سپنو وکرجي ويندو، پر ڪاش هي سڀ خواب ئي هجي ها.....

سوچيم: 'خدا نه ڪري، جي اسان وٽ به مٿل پناهه گير ڪجهي آيا ته پوءِ ڇا ڪنداسين!'

ملو نڙي سرلي ڪرڻ لاءِ ڪي گهڙيون pause ڏيئي وري پڙڪو ڪائي اُتي ڪڙو ٿيو: "واسطي الله جي..... پنهنجي حبيب جي صدقي، پنهنجي مظلوم ڀائرن جي واهر ڪيو. انهن لاءِ بيدا ڪپن، ڪير ڪپي، برف گهرجي، ٿڌي پاڻيءَ جون بوتلون آڻيو". مطلب ته ڪيس زخمين ۽ لاشن جي آڏ ۾ گهر جو سمورو راشن گهربل هو، جنهن لاءِ هن دنيا داستي لائوڊ مان پئي جهٽ هنيا. خاص ڪري رت لاءِ ته هن جي 'ڊمانڊ' ائين ٿي لڳي، ڄڻ مسيت ٻانگي ٻدران ڪنهن ڊريڪولا جي قبضي ۾ اچي وئي هجي. پر سڄي حيدرآباد جي مسجدن مان 'سنڌي ڪافرن' تي ڪاهه ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ وارا جلاد ملا ڪنهن ڊريڪولا کان گهٽ به ته نه هئا.

"جلدي ڪري ٻاهر اچو ۽ پنهنجي هڪ هئڻ جو ثبوت ڏيو"

ان اعلان کان پوءِ ڪِرل مان ڏنوسين ته ڪرفيوءَ جي پرواهه نه ڪندي، ٻڌي ۽ ايڪي جو ثبوت ڏيڻ لاءِ، هر سائيز جا پناهگير ير واري گهرن مان وس چرندڙ مال جيان نڪري نروار ٿيا. اسين نه هيٺن ۾ نه شيٺن ۾، سي ڀلا ڪيئن وڃي 'مومن' جي جهاد ۾ شامل ٿيون ها، ايڏي ٻڌيءَ وچ ۾ اصل ڪونه ٿي سونهياسين.

"ڇا ڪريون هاڻ ..... پاڻ کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟" محبوب کان پڇيم.

"پوءِ ڀلا مان به ٻاهر وڃان ڇا؟" هن ٻڌتر مان اٿلندو مون کان پڇيو.

"پاڻ پناهه گير ٿورئي آهيون..... سنڌين خلاف جهاد جي دعوت ته انهن کي پئي ملي." وراڻيم.

"چوڏاري گهرن جا گيٽ کلڻ ۽ گاڏين نڪرڻ جا گهرڙاٽ ٻڌي، اندازو ٿيو ته سيني جا گهر خالي پئي ٿيا..... ڪجهه سوچي، محبوب پاڙي ۾ رهندڙ پنهنجي اردو ڪَليگ کي خبر چار وٺڻ جي خيال سان فون ڪيو.....

"مان پاڻ هينئر جلوس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ پئي ويس. پر اوهان فڪر نه ڪريو..... گهر ۾ ئي ويٺا هجو." هن دلداري ۾ وراڻيو.

اسين سمورو وقت بت بڻجي گهر ۾ ويٺا رهياسين، ائين ٿي لڳو ڄڻ ان خدائي فوجدار جي نافرماني ڪري، اسان ڪو وڏو گناهه ڪيو هجي.

مرڻ جو ڊپ نہ هو. برست تہ ڪنهن مهل بہ اچي لڳي ٿي سگهيو..... گولين جي لڳاتار بارش کان وڌيڪ خوفناڪ تہ مَلي جا اعلانن پويان اعلان هئا..... جنهن ڪري بي عزتي ۽ بي وسي جو احساس، اندر کي کائي رهيو هو.

هڪ وار وري مَلي هانءُ ڦاٽي دانهن ڪندي چيو: "پنهنجي ڌيئرن ۽ گهرن ۾ موجود هر هڪ عورت کي ٻاهر ڪڍو تہ جهاد ۾ شامل ٿين. نہ تہ توهان جي اکين آڏو سنڌي ڪافر بہ توهان سان اهڙي جَٽ ڪندا جيڪا قلعي واري پاڻرن ۽ نياڻين سان ڪئي اٿن!"

ان اعلان تہ رهي ڪسر بہ پوري ڪري ڇڏي..... سوچيم: 'اسان جون نياڻيون نہ روڊن تي گشت ڪرڻ جون عادي آهن، نہ ئي انهن جي ڇوڪرين جيان درن ۽ ڪڏن تي ننگجي بيهڻ جون هيراڪ. تن کي ساڻ ڪري، مان پناهہ گيرن جو درد ڪٿي ٻاهر نڪري پوان! ناممڪن'...... محبوب فڪرمنديءَ مان چيو، "جيئن ئي ڪرفيو ۾ ساهي ملي تہ ٻارن کي ڏاڏائي ٽا موڪلي ڏيون." وراڻيم، "ها، اهو صحيح رهندو." پر ٻار اسان کي اڪيلو ڇڏڻ تي تيار ئي نہ ٿيا. ايتري ۾ گوليءَ جو وڏو ٺڪاءُ ٿيو ۽ مَلي جي واڪ لائوڊ جي گهرڙاٽ ۽ غپ غپ جي آوازن سان بند ٿي وئي. شايد تہ ڪو سڌو فائر اچي لائوڊ اسپيڪر ۾ لڳو هو. بهر حال الائي ڪيس ڪهڙي ڪَندري لڳي، جو پوءِ يڪي ٻولتي بند ٿي ويس.

ان واقعي کان پوءِ لطيف آباد ۾ اسان کي پنهنجا پويان ڏينهن انڪري بہ ڇتا نظر ٿي آيا، جو اسان کي شدت سان اهڙو احساس ڏياريو پئي ويو. ڪيترائي پناهہ گير اسٽيٽ ايجنٽ اهو پڇڻ کان ڦتڪيءَ تي ڦيرا ڏئي رلي مٺا تہ 'ڇا اوهين هي گهر وڪڻڻ ٽا چاهيو؟' يا 'اوهين هي گهر وڪڻندا؟' سڀاين حالتن ۾ ڪين اهڙي نياڳي وائي ڪيندي ڏسي هوند گهر ڏٺي انهن جو منهن پٽي رکن ها تہ، نپٽا خيري صلي آيا آهن آجها ڇڏائڻ. پر هينئر تہ ائين پئي لڳو، ڄڻ انهن کي حڪما حڪمي هلي اچي، پڇڻ جو قانوني ۽ جمهوري حق حاصل ٿي ويو هجي، ڇاڪاڻ تہ سنڌين جو هتي رهڻ ڪين غير يقيني ٿي لڳو، ڄڻ لطيف آباد واري ايريا جا وارث ئي پاڻ هجن.

آئي ڏينهن اسٽيٽ ايجنٽن جا چڪر تہ هڪ پاسي، مٿان وري ڪير واري ۽ درزي بہ جڏهن پاڻ کي 'ڏاڍو' سمجهي اسان 'هيڻن' کي ڏِڌ ڏيڻ شروع ڪيو تہ اصل ٻڏڻ تي آيو تہ وڃ! هاڻ ان درجي کي اچي پهتا آهيون..... پاڙي جي چڻن چڳن پناهہ گيرن کان تحفظ ڏيڻ جهڙين همدردين ۾ اضافو ٿيندو ڏسي، تهائين هانءُ خالي ٿيندو ويو..... اسان تہ ڪڏهن ڪو خوف ظاهر نہ ڪيو هو ۽ نہ ئي گهر ڇڏڻ جي وائي ڪڍي هئي، پوءِ بہ پاڙي وارن کان علاوه ڪير وارو ڪير ڏيڻ ايندو تہ پنهنجائپ ڀري همدرديءَ مان چوندو، 'گهر اصل نہ ڇڏجو، ڀرين اسين

مرنداسين، توهان جو وار ونگو نہ ٿيڻ ڏبو.' 'حفيظ ٽيلرز' وارو هڏڙن جي مٺ درزي، ڪپڙا ڪٽي آيو تہ جان نثاري مان محبوب کي چوڻ لڳو. ' سائين گهر نہ ڇڏجو، ڪا پريشاني هجي تہ مون کي حڪم ڪجو. مان اچي هٿ ويهندس. اوهان کي ڪير ڪجهہ بہ نہ چوندو'.....

' نهيو'..... سوچيم. ' ملوڪ سڀ مري ويا، ٽوٽا ٻڌندو ڪير!' چئبو تہ هاڻ هن جي رحم ڪرم تي رهبو....

لطيف آباد تي جڏهن کان ' ڪوفي' جو پڪو نالو پيو، تڏهن کان ملڻ جلڻ وارا تہ هڪ پاسي، محبوب جي آفيس جا پٽيوالا بہ ايڏانهن اچڻ کان لهرائڻ لڳا. اها 'ارم نما' جتي مهمانن جو رونقون هيون، اتي هفتي ڏيڍ کان پوءِ وڃي ڪنهن سنڌي سپاجهڙي جي صورت تي نظر آئي. ڪي تہ اچڻ جو رسڪ ڪندي بہ ڊڄندا هئا، وري بہ وڏي ٻڌتر مان تڏو تورو ڪندي چئي ڏيندا، ' اچون تہ ٿا جيڪر ڪجهہ ٿيو تہ خون اوهان جي ڳچي ۾'..... پر ڪي اهڙا ارڏا بہ هئا، جن کي سر وڃڻ جي ڪا پرواهہ ئي نہ هئي..... انهن مان هڪ رشيد ڀٽيءَ جي بهادر ننهن شمس ڀٽي بہ هئي، جيڪا قلمي آپريشن وارين هراسيل حالتن کي ڪَٽ ۾ نہ آڻيندي، پنهنجي نثان راڻيءَ سوڌو اسان سان ان ڪوفي ۾ ملڻ آئي. ٻن اڍائي ڪلاڪن جي ڪچهري ۾ جتي ٻين موضوعن تي ڳالهيون ٿيون، اتي هن گروهن ۾ ويراهيل سنڌي سياستدانن جي ڪردار تي پڻ چڱي روشني وڌي.

ان مهل شمس جي بي فڪريءَ وارن ٽهڪن ۾ مزيدار ڳالهين ٽينشن جو اثر ڪي قدر گهٽائي ڇڏيو. سندس وڃڻ کان پوءِ وري ساڳي اداسي ڇائنجي وئي. جيئن پوءِ تيئن وقت گذرڻ سان ائين ٿي لڳو، ڄڻ اسين پرائي پٽڙ تي زوريءَ رهيا پيا هجون. يقين ئي نٿي آيو تہ اسان جي ڌرتيءَ جو اهو ٽڪر اسان لاءِ ايترو اوپرو ٿي ويندو ۾ اسين اُڏارا اڏارا...

لطيف آباد مان نڪرڻ لاءِ جيئن تہ محبوب کي سندس پيرنٽس طرفان تمام گهڻو پريشر پيل هو، ان ڪري هو منهنجي گهر نہ ڇڏڻ واري 'ضد' جي ڪري ڪجهہ ڪجهہ ناراض رهڻ لڳو..... پر مَلي واري بڪواس کان پوءِ هن مون کي قسم سونهن ڏيئي نيٺ لطيف آباد وارو گهر ڇڏڻ تي راضي ڪري ورتو ۾ ڄامشوري ۾ نئون گهر جوڙائڻ جي مرضي ڏيکاريندي چيائين تہ " پاڻ ان عرصي دوران صدر ۾ رهنداسين." ڳالهہ صحيح هئي، پر مسئلو اهو هو تہ مونکي حيدرآباد کان ڌار ٿي، دادو ضلع سان ناتي ڳنڍڻ، تهائين ڏيهہ نيڪاليءَ جو احساس ٿي ڏياريو. هونءَ جي حالتون درست هجن ها تہ شايد دادو ضلع واري ڳالهہ تي هرويرو ايڏي جذباتي نہ ٿيان ها.

سنڌ جي نارمل حالتن ۾ اڪثر سوچيندا هئاسين تہ پار وڏا ٿيندا تہ پنهنجي

گهر ڪي اجا بہ وڌائي وڏو ڪيو، پر جي ڪنهن ٻئي هنڌ گهر جوڙائڻو پيو تہ بہ ان گهر کي مالڪاڻا قبضا ڇمائينداڙ مسواڙين کي ڏيڻ بدران، ڪنهن ڪمپنيءَ کي مسواڙ تي ڏيئي ڇڏيو، پر سيل هر گز نہ ڪنداسين. ڇاڪاڻ تہ ارڙهن اوڻيهہ سال اڳ جن حالتن ۾ اهو گهر ٺهيو، سا اسان جي دل کي ئي خبر آهي، هڪ معجزو هو يا محبوب جي همت هئي جنهن نوجوانيءَ واري زماني ۾ ئي پنهنجي ڏينهن رات جي محنت ۽ حق حلال جي ڪمائيءَ سان، اها نديڙي جنت جوڙائي هئي، نہ تہ ان وهيءَ ۾ ڪاٺائو پٽن لاءِ نهيل نڪيل مائٽاڻا گهر هوندا آهن يا پوءِ سرڪاري بنگلا ماڙيون..... هونءَ بہ گهر جوڙائڻ ايڏو تہ جاکوڙ ۽ جهنجهٽ وارو ڪم آهي، جو نهي نڪيءَ تي هريل ڪيترائي سست ماڻهو پنهنجو مال ملڪيت هوندي بہ، ان ڪم ۾ هٿ وجهڻ کان پيا ٽهندا آهن.

لطيف آباد ۾ ڏينهون ڏينهن وڌندڙ غير سلامتي وارين حالتن سبب، سنڌين جي گهرن جا اگهہ تيزيءَ سان ڪرندا ٿي ويا، ان ڪري مسواڙ تي ڏيڻ تہ نهيو، سولي قيمت تي ڪو خريدڻ وارو بہ نتي مليو. ايڪسچينج ڪرڻ لاءِ سوچيوسين تہ ايجنٽ اهڙا هوشيار ۽ پنهنجي پناهہ گير برادري سان ايڏا پٽ، جو پائين تہ ٽيپيڪل پناهگيرڪي ڪڏڙين جي عيوض سنڌين جا سهڻا ۽ ڪشادا گهر سندن حوالي ٿي وڃن. هيڏانهن سنڌين کي وري قاسم آباد کان ويندي هر سنڌي پاڙي جي سنڌي ايجنٽ موقعي جو فائدو وٺي، رمضان جي پلاري مهيني واري 'مبارڪ لٽ' جيان پنهي هٿن سان وڏ کان وڏ ڦرڻ ۽ لٽڻ جو مشن شروع ڪري ڏنو.

اسان بہ ايڪسچينج لاءِ ڪيترائي گهر ڏٺا، پر هر پيري اهي منهنجي طرفان رجيڪٽ ڪرڻ تي محبوب جو موڊ آف ٿي ويندو هو. مرشد تہ پائيندو هو لطيف آباد مان اڄ نڪرون سياڻي پيو ڏينهن ٿئي. هو پيهنجي دوست معرفت وڏي مشڪل سان وحدت ڪالوني ۾ هڪ گهر ڳولي ايو، جنهن کي ڏسڻ ويس تہ اصل هانءُ ئي سڙي ويو. "اهو بہ پڪ توهان کي ڪونہ وڻندو.... اُميد ۽ نا اُميديءَ جي ٻہ واٽي تي بيٺل سندس انهن لفظن مونکي ڪا راءِ ڏيڻ واري رعايت ئي نہ ڏني ۽ پوءِ جيئن ڪاٽي ڪنڌ تي اچي، تيئن مون بہ ان گهر کي وٺڻ لاءِ ڪٽي ها ڪئي..... پر شايد تہ خدا کي منهنجي ان بي وسيءَ واري هائوڪار تي ڪهل آئي، جو ان ساڳئي شخص، جنهن اسان جي گهر جي عيوض پنهنجو گهر ۽ مٿان روڪ رقم ڏيڻي تي ڪئي، تنهن کي اسٽيٽ ايجنٽ اهڙي ڪا پوپٽي پڙهائي، جو پانيائين تہ اسان پنهنجو گهر بنهہ مجبور ٿي ڪجهہ ڏيڻ وٺڻ بنا خالي ڪري هليا ويندا سين ۽ هو پاڻ ان ۾ ايجنٽ سان ملي پگٽ ڪري، نهي جُڙي بالم بٺجي اچي ويهندو، تنهن ڪري ڏينهن پن اندر اهڙو تاثر ڏنائين تہ هن ڇڻ خلق خدمت جي جذبي تحت اهو گهر وٺڻ ٿي چاهيو، نہ تہ کيس ڪا اهڙي ضرورت نہ هئي. اسان

جي گهر جي ڪرندڙ قيمت جو حال اهو هو جو ڀرين رکو پنج ڇهه، پوءِ ته ماڳهين لک ڏيڍ تي اچي ڳالهه بيٺي.....

رات جو الائي ڪهڙي پهر سِرون لهڻ، ريتي ڇٽڻ ۽ ڪوڏرن جي آواز تي منهنجي اوچتي اک کلي، اندازو ٿيم ته پوئين پلاٽ تي ڏاڍي تيزي سان گهر جي تعمير جو ڪم پئي هليو. ان مهل مونکي ’لوڪ لڏڻ ۾ چري اڏڻ ۾‘ واري چوائي ’لوڪ اڏڻ ۾ چري لڏڻ ۾‘ جيان لڳي..... ڏک جي احساس دل جي هر تار ۾ ڇڻ درد ئي درد ڀري ڇڏيو..... سوچيم: فسادي حالتن هوندي به جيڪي لطيف آباد جهڙي دهشت گير علائقي ۾ گهر پيا جوڙائين، انهن کي پنهنجي محفوظ مستقبل جو ڪيڏو نه يقين آهي، هڪڙا اسين سنڌي آهيون، جن کي اتي ڪنهن پل به قرار نه هو. ٻاهريون ٻنون رکڻ جي باوجود منهنجي اها حالت هئي ته هر لهندڙ شام تي ائين نظر وجهندي هئس ته وري ان کي ڏسڻ يا نصيب..... هر ايرندي سج، درين مان ڇٽي ايندڙ روشني، عجب تي ڏياريو ته مان اڄ جو صبح ڏسي سگهي آهيان..... ’ڪاتي مار ڪاتي جيار‘ وارين حالتن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ائين لڳندو هيم، ڄڻ هاڻ جيئڻ وسرندو پئي ويو.....

ان رات ته ننڊ به ڏاڍي بي رحميءَ مان مون کي سوچن جي حوالي اڪيلو ڇڏي، پاڻ ڪيڏانهن هلي وئي..... هيڏانهن سوچن پنيان سوچن، هٿي سر وڃائي ڇڏيو..... ڪجهه سمجهه ۾ ئي نه پئي آيو ته گهر جو نيٺ ڇا ٿيندو..... مونکي ته خبر ئي نه هئي ته پنهنجا ذاتي گهر به ڪو ائين ڪچيءَ ۾ اچي پوندا آهن. جو نهرايوسين، اِهو گهر، جنهن جي اڄ ڪا قيمت ئي ناهي..... سوچيم، ڪيڏو نه آٿت ملندو ان لاڙڪاڻوي ٽولي کي، جن کي منهنجي ان ’پِلي بنگلي‘ ۾ رهي ڪو ’درد سور‘ نه ملڻ جو وڏو سور هو ۽ موقعو ملندي ئي رسالن ذريعي الل علان پنهنجي ان سور کي عوام آڏو ائين پڌرو ڪيو، ڄڻ اسان سندن گهرن ۾ ڌاڙو هڻي، ’درد سور پروف‘ اهو ’پِلوڙ بنگلو‘ جوڙايو هو. جنهن جي ’پروڙ‘ پوڻ تي انهن مون خلاف خط لکي، پنهنجو ذهني ڪولسٽرول گهٽائڻ جي ’تحريڪ‘ شروع ڪري ڏني.

سوچي سوچي، نيٺ مون پنهنجي دل ۾ اهو فيصلو ڪيو ته جي گهر جو سودو ٿيندو ته مناسب قيمت تي، نه ته ڏيڍ لک ۾ ’ڪتو به ڪائنجي ڪک به نه پرجي‘ وارو مثال قائم ڪرڻ بدران، بلڊوزر سان ڊهرائي پٽ ڪرائي ڇڏيندس، پوءِ پل ته اسين ڪنهن جهوپڙيءَ ۾ ئي چو نه وڃي رهون. شايد ته منهنجي ننڊ به ڪو ان فيصلي جي منتظر هئي، ۽ الائي ڪهڙي پهر اچي اکين ۾ واسو ڪيائين.....

پوءِ خدا جو ڪرم ائين ٿيو، جو محبوب جي ڪا نيڪي آڏو آئي ۽ اسان کي ٻاهر رهندڙ هڪ پنجابي فيملي وٽان ان گهر جي دل گهري قيمت ملي پئي. انهن

اسان کي لطيف آباد واري گهر ۾ ايستائين رهڻ جي مهلت ڏني، جيسين اسين 'ستيزن' ۾ پنهنجو گهر جوڙائي وٺون ها. پر اچا کو خاص عرصو نہ گذريو. جو پندرهين جولاءِ تي بمن جي ڌماڪن وارا واقعا پيش آيا. هن ڀيري بابا سائين جي صبر جي انتها ٿي وئي، هن کو عذر ٻڌڻ بدران حڪم ڪيو تہ هڪدم هليا اچو.

مون محبوب کي چيو. "ايڏين قيامتن ۾ بہ الله بچايو ويٺو هو. هاڻ بہ خير ٿي ويندو. اڳو پوءِ گهر نهي راس ٿئي تہ پوءِ يڪوئي هلي اتي رهنداسين، هر هر سامان جي شفٽنگ تہ محشر رولي ڇڏيندي." پر هن نہ مڃو ۽ چيو تہ. "امان پنهنجي ڪري تمام گهڻي پريشان آهي، طبيعت خراب ٿي پئي اٿس ۽ هاڻ بابا سائين کي انڪار نٿو ڪري سگهجي...." تڏهن مون کي بہ لطيف آباد ۾ چمي ويهڻ وارا هٿيار هڪ ماءُ جي خوشيءَ خاطر نيٺ ڦٽا ڪرڻا ئي پيا..... چو تہ مان بہ هڪ ماءُ هيس.....

ضروري سامان تہ اسان اڳواٽ ئي پئڪ ڪري ڇڏيو، باقي سامان جي پئڪنگ بہ رات وچ ۾ ئي شروع ڪري ڏني سين. ٻئي ڏينهن صبح جو محبوب اسان کي صدر هلڻ لاءِ چيو.

جڏهن تہ مون سامان شفٽ ٿيڻ تائين اچا بہ ڪا گهڙي اتي ئي ترسڻ ٿي چاهيو، پر هن جي مرضي هئي تہ اسين هاڻ دير نہ ڪريون....هو سڀ سامان پنهنجي نظرداريءَ ۾ پاڻهي حفاظت سان ٽرڪن ۾ ڏياري موڪلرائيندو.....

آخري ڀيرو گهر کي جيءُ ڀري ڏسي بہ نہ سگهي هيس، نظرن ۽ گهر جي در ديوارن درميان لڙڪن جي ڌنڌ چائنجي وئي..... گلي ۾ ايڏا وڏ جو اڪر بہ نٿي اکليو ٿيو..... خالي خالي ڪبٽن، شوڪيسن، پٽين ۽ ڇتين کي نگاهن سان چمندي الوداع ڪيم..... دل تہ چاهيو پئي تہ گهر جي هڪ هڪ سر..... ۽ وٽن جي هڪ هڪ ٽاري کي ڀڃ ڀاڪر پائي روئي موڪلايان..... پر مون انهن سيني تي ڀرپور پيار ۽ وڇوڙي واري آخري نظر وجهي ، جڻ هميشہ لاءِ انهن کي پنهنجي دل جي ڪنهن ڳجهي خاني ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو..... مون کي لڳو تہ سمورا وڻ ٻوٽا در ديوارون بہ مون کي ساڳي موٽ ڏيئي رهيا هئا.... مون انهن جو سڏڪندڙ آواز ڇتيءَ طرح پنهنجي اندر ۾ لهندي محسوس ڪيو ۽ هوريان هوريان انهن کي يقين ڏياريو تہ هو منهنجي دل، منهنجي اکين ۽ روح ۾..... هر ساهہ ۾. جيسين مان زندهہ رهندس آباد رهندا.....

لان مان پورچ وٽ اچي منهنجا قدم جڻ زمين سان چهٽي پيا.....

پوءِ الائي ڪيئن گيٽ اورانگهي ٻاهر ڪار ۾ اچي ويٺس.....

سرفراز ڪالونيءَ کان صدر واري گهر 'جيلاني منزل' ۾ مان لاڏين ڪوڏين

پرڻجي آئي هيس..... ’قصر جيلاني‘ به ساڳي ئي گهر جي برانچ آهي..... جيڪا هاڻ اسان جي بلي هئي، پر به هڪ نهيل نڪيل گهر ۾ جڏهن ٻئي گهر جو سڄو سارو سامان اچي لهي ته بي ترتيبي ماحول کي منجهايو ڇڏي، تنهن ڪري گهر، گهر هوندي به مسافر خاني جو ڏيک ٿي ڏنو.

هيڏانهن محبوب ۽ مرشد رات ڏينهن مزورن جي يڪي ساري ڇانگ سان گهر ٺهرائڻ ۾ جنبي ويا.....

مون کي اهو ڇاڻي خوشي ٿي ته جنهن ٺيڪيدار ۽ مزورن لطيف آباد وارو گهر جوڙيو، انهن ساڳين جا سپاڪا هٿ سٽيزن واري گهر کي به لڳا. جيسين گهر نهي راس ٿئي، تيسين هڪ هڪ پل صديءَ جيان ٿي لڳو ۽ شايد ته اهي صديون گذارڻ جي همت ئي نه ٿئي ها، جيڪر محبوب هر ڀيري ’ باقي مهينو..... بس رڳو پندرنهن ڏينهن.....‘ چئي دلاسا نه ڏيندو رهي ها..... پر قافلي جي رات جيڏا ڏينهن، ڳڻائي مس ٿي ته اوترائي ڏينهن وري اچي ان جي جاءِ ولاريندا هئا ۽ ائين ڏينهن پويان ڏينهن ويا ٿي لنگهندا..... پر ان رات جڏهن هو سائيٽ تان موٽيو ته پنهنجي ڪنن تي اعتبار نه آيم، جڏهن اوچتي سرپرائيز ڏيندي چيائين، ”صبح جو توهان کي نئين ’ارم نما‘ جو افتتاح ڪرڻو آهي!“

نئين ’ارم نما‘ اڳيئن کان وڌيڪ سهڻي ۽ ڪشادي آهي، جنهن ۾ اسانجي گهرج مطابق اهي سڀئي سهولتيون موجود آهن. جيڪي شايد هن گهر ۾ به نه هيون، پر هتي ذهني طور ايڊجسٽ ٿيڻ ۾ هڪ عرصو گهرجي..... گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏهائي..... پر ڪير ڏيندو ان ڳالهه جي گيرنٽي ته سنڌين کي هڪ وار وري ڌرتيءَ تان ڌڪي ٻين ڪنڊن ڏي نه اُچليو ويندو.....

اها ته خدا جي قدرت چئبي جو قاتلن، دهشت گردن ۽ سمگلرن کي حڪومت ۾ نمائندگي ملڻ ڪري، دهشتگيرين ۽ ڪرفيوئن ۾ اڄڪلهه ڪا ٺاپر ٿي ڏسجي، پر ڌاڙا ۽ اغوا ته اڄ به ويرون وڌ آهن. جي ڌاڙيلن کي به حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪجي ته هوند ڪل جو خير ٿي وڃي.

اوچتو محبوب جي سڏ تي مان ڀت تي لڳل تصوير تان نظرون هٽائي خيالن جي دنيا مان ٻاهر ٿي اچان..... هن اندر ايندي چيو، ”توهان اڃا اتي ويٺا آهيو، سائين سوڀو گيانچندائي ۽ خان محمد پنهور جن اچي ويا آهن.“

مون کي فوراً ياد آيو ته اڄ هائوس وارمنگ پارٽي آهي، مان هن سان گڏجي سندن آجيان ڪرڻ ٿي وڃان..... ۽ پوءِ ويرم ئي نه گذري جو نئين ’ارم نما‘ کي رونقون بخشڻ لاءِ ادب جي آسمان جا ستارا اسانجي گهر پڌر تي هڪ ٻئي پويان رحمتن جيان ايندا ويا.

’سهڻي‘ حيدرآباد

# عڪس.....سوچون.....حقيقتون

زندگي جي تيز رفتار ۾ مختلف دورن مان لنگهندي هر دور کي سوچن جي عڪس ۾ ڏسڻ ڪانپوءِ اها ڳالهه شدت سان پئي محسوس ٿيندي ته اڄوڪي دور، زندگيءَ جهڙي خوبصورت نعمت کي جنهن بي درديءَ سان قابل رحم بنائي ڇڏيو آهي، اهڙو مثال شايد ته فرعون جي زماني ۾ به نه مليو هجي. سندس اَنڌير نگريءَ ۾ عذاب ۽ اذيتون سهڻ وارن جا روح؛ ائين هر هر ظلمتن جي ڦاهيءَ تي نه چڙهيا هوندا جيئن اڄ ’آزاد مملڪت‘ اندر قيد، اسان جا هيسيل هراسيل روح زندگي ماڻڻ جي سزا ڪنهن Invisible فرعونيت جي سائي ۾ پل پل مري مري پيا پوڄين.....

يارهن سالن جي طويل آمريت کان نجات ملڻ تي ڪيڏا نه خوش ٿيا هئاسين ته جمهوريت جو سج اڀرندي ئي اصل ٻيڙا پار ٿي ويندا ۽ ڪو سک جو ساهه نصيب ٿيندو پر قدرت جي من ۾ ڇا هو؛ تنهن جي ڄاڻ ڪنهن کي نه هئي ته اُها ڪهڙا تير تاڻيو ويٺي آهي.....

جمهوري حڪومت پنهنجي سدا مرڪڻي منهن سان اقتدار ۾ ايندي ئي گهڻئي ڀال ڀلايا؛ پر اسان لاءِ اهو سج جهڙو اڀريو تهڙو نه، ڇاڪاڻ ته جمهوري حڪومت جن سياسي مفادن کي آڏو رکندي، لڏي آيلن جي هر غير واجبي هاءِ گهوڙا کي جنهن نموني غير معمولي اهميت ڏني آهي، تنهن انهن کي شِنگ ڪري اصل وارثن جا حال هيڪاندا هيٺا ڪري ڇڏيا آهن. ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته لڏي آيلن جي ٻڌي ئي اسانکي ٻوڙيو آهي. حق جي بنيادن تي ئي سهي؛ ڪا ڀِڇا ڳاڇا ٿيندن ته اُنکي عزت جو مسئلو بنائي، استعفائون ۽ ڌمڪيون ڏيڻ ۾ دير ئي نه ڪندا.

انهن مان ڪو دهشت گرد ڏوهاري جهلبو ته سموريون زائفائون اوڏيءَ جو اوڏيءَ مهل سِرن تي قرآن ميڙ ڪري، يونيٽ ڪنديون اچي ٿاڻي تي رسنديون ۽ پنهنجاسمورا ’سڪيلڌا‘ ڇڏائي؛ پوءِ ڪو اهي ٿانڊي ٽپڻيون وجي نرنديون ناپربيون. ڏوهن، دهشتگيرين، ڌاڙن، اغوائن ۽ سڀ کان وڌيڪ عدم تحفظ نا

انصافين ۽ حق تلفين، اسانجي اردگرد نفرت، ڪشيدگي تعصب جي اهڙي ڏيڻ ناهي ڇڏي آهي، جنهن مان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش تنهائين ٿي هيٺ ڏڪي.

صدين سالن جي تاريخ ۾ امر رهڻ واري؛ پنهنجي ڌرتي تي آباد هوندي به خوف جو هڪ اڻچٽو احساس هر وقت ذهن کي تارچر ٿو ڪندو رهي ته:

”اها ڌرتي، منهنجي پنهنجي ڌرتي..... بنا ڪنهن اجائي دعوئي جي ٻل تي حاصل ڪيل، اصلوڪي اباڻڪي ڌرتي..... ڪٿي منهنجي پيرن هيٺان ڪا ’نالي لٿي قوم‘ ته نه ڪسي ويندي؟ ڪٿي رستي پنڌ هلندي پنهنجي ٻولي ڳالهائڻ يا ثقافت جي ڏوهه ۾ ڪا سزا ته نه ملندي؟“

انهن سمورن انديشن زندگيءَ کي قابل رحم بنائڻ ۾ ڪا ڪسر باقي نه ڇڏي آهي. عدم تحفظ ۽ هراس جو ’سلو پائزن‘ هر هڪ جي روح ۾ لهندو پيو وڃي.... روح ته روح، هاڻ ذهن به مفلوج ٿيڻ شروع ٿي ويا آهن ته ڇا سوچجي ڇا لکجي..... جڏهن سوچ تي پهرا هئا ته لکڻ لاءِ گهڻو ڪجهه هو ۽ جڏهن پهرا ناهن ته اها سوچ ئي نه رهي آهي..... ماحول ۾ ڪجهه به نئون ناهي رهيو جنهن کي لکي ظاهر ڪجي، سڀ ڪجهه پڏرو آهي. اسان جون سوچون ۽ وڪريل خواب، اسانجي روحن جي عڪس ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

اڄ شهري آبادين مان غيرن جي وچ ۾ شان مان سان رهڻ ۽ راڄ ڪرڻ وارا اصلوڪا رهواسي، ڪنهن اڻڄاتل حراس جي پيش نظر پنهنجي ابن ڏاڏن جي زماني وارا ڪشاده گهر گهاٽ ڇڏي، اهڙن پاسن ڏي لڏي ويا آهن يا لڏڻ جي سعيي ۾ آهن؛ جتي سندن سرن تي موت جو راڪاس رقص نه ڪندو هجي. پر ڪير آهي جو ان ڳالهه جي خاطري ڏيندو ته پنهنجا ٻَريا ٻَريا گهر گهاٽ ڇڏي، ڌارين کي اگهڻ موڪرا ڪري ڏيڻ ڪانپوءِ، سياڻي وري ڪنهن ٻي پاسي لڏڻ تي مجبور نه ڪيا ويندا سين؟ ڪالهه تائين لڏ پلاڻون ڪرڻ ۽ پناهون وٺڻ جن جو مقدر هو، تن کي هڙ ئي اختيار ڏيڻ سان گڏ، ڇا اهو حق به ڏئي ڇڏيو اٿئون ته ويهي فتوائون ڏين ته سؤ سالن ڪانپوءِ ڪنهن به قديم قوم جي ڌرتي تان ليز ختم ٿيو وڃي! نه صرف ايترو پر هاڻ ته حڪومت طرفان ڏِر ملڻ ڪري پنهنجي اصلي اوقات تي لهندي، سنڌ ڌرتيءَ جي مٽيءَ ٻوليءَ ڪان نفرت جو کليو اظهار ڪرڻ سان به ڪو شرم حيا محسوس نٿا ڪن.

اهي حالتون ڏسي، هڪ اُجهڪا ڪائيندڙ آس ئي اَسانجو سهارو وڃي بچي آهي ته شايد ورهين پڄاڻان مليل جمهوري حڪومت ڪو زبردست انقلاب آڻيندي، جنهن سان اسانکي پنهنجا غصب ٿيل حق ملندا ۽ جنهن جي پناهن ۾ قابل رحم زندگي شايد ته اڳتي هلي ’قابلِ رشڪ‘ بنجي پئي! اِن آس کي ڪهڙو نالو ڏجي؟ خود فريبي يا دم دلاسو..... ڇاڪاڻ جو اهڙا انقلاب جڏهن به آيا آهن ته رڳو

سياستدانن، سياسي پارٽين ۽ انهن سان لاڳاپا رکڻ وارن تائين محدود رهيا آهن. انقلاب آڻڻ لاءِ جان، مال ۽ حقن جي حفاظت جا دعويٰ ۽ نعرا ته هر دور ۾ صرف فتح ماڻڻ جا هٿيار ثابت ٿيا آهن ۽ اِها ڄاڻ هوندي به خبر ناهي ڇو اسانجون اکيون جاڳ ۾ به خواب ڏسڻ جون عادي آهن.

ڪجھ سالن کان سياست، پبلسٽي جي ميدان ۾ لهڻ ڪري هر هنڌ وڃي واسو ڪيو آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اسانجو ملڪ سياستدانن ۽ سياسي پارٽين جي معاملي ۾ نهايت گھڻو 'خود ڪفيل' بڻجي پيو آهي، ان حقيقت کي سامهون رکندي دنيا جي جن ملڪن ۾ سياست دانن جي کوٽ آهي تن ملڪن جو رهيل سوجهرو چٽ ڪرڻ لاءِ جيڪر اسان وٽان سياسي پارٽيون ۽ ليڊر ايڪسپورٽ ڪيا وڃن ته يقيناً وڏي مقدار ۾ پرڏيهي ناڻو ڪمائي ملڪي خزاني کي 'بحران' مان ڪڍي سگهجي ٿو، ٻي صورت ۾ جي سياستدانن ۽ سياسي پارٽين جي ڳڻپ جو ڪو عالمي نوعيت وارو مقابلو ڪرائجي ته پاڪستان جو نالو 'جينيسس بوڪ آف ورلڊ رڪارڊس'(Genesis book of world records) ۾ لاشڪ ته پهرئين نمبر تي ايندو.

سياست، جنهنکي Dirty game پڻ ڪوٺيو ٿو وڃي، تنهن جي شهرت اسان وٽ ايڏي ته گهٽي ٿي پئي آهي جو ان اڳيان ڪرڪيٽ، هاڪي، فٽ بال يا ڪنهن ٻي راند جي ڪا اهميت ئي ناهي رهي.

تنهنڪري جي سياست جو شمار 'قومي راند' ۾ ڪجي ته وڌيڪ مناسب رهندو. هونءَ به اسانجي 'قومي هاڪي ٽيم' هاڻ ڪنهن ڪم جي ناهي رهي جو جتي ٿي وڃي، اتان رسوائين ۽ ناڪامين جا هار ڳچيءَ ۾ وجهيو اچي، پر سياست اها واحد راند آهي جيڪا ملڪ جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ ويهي، ڪنهن تي ڇوھ چنبي، تنقيد ڪري يا سياسي وفاداريءَ جي تبديليءَ جو اعلان ڪرڻ سان گڏ ڪو مطالبو پيش ڪندي، اخباري بيانن ذريعي کيڏي سگهجي ٿي. اهڙي قسم جي ليڊري ۽ سياستبازيءَ جو شوق؛ اپر ڪلاس سوسائٽين کان ٿيندو اڄڪلھ هر ڪنهن جي رت ۾ نشي جيان شامل ٿيندو پيو وڃي. پڙهيل لکيل هجي يا آڱوٺو ڇاپ، هر ڪو سياست جي ميدان ۾ ڪميءَ جيان نڪري نروار ٿيو آهي، شاگرد به سياست جي ميدان ۾ ڪنهن کان پٺ تي ناهن. اڄ جي شاگرد جو نصب العين گهڻو ڪري سياست ئي آهي، جنهن کي ڏينهون ڏينهن سياسي اکاڙن ۾ تبديل ٿيندڙ اسانجا تعليمي ادارا، وڌيڪ هٿي ڏيئي رهيا آهن. تعليم جو تيزي سان ڪرندڙ معيار؛ ان ڳالھ جي به ثابتي آهي ته هاڻ انهن ادارن سان شاگردن جي وابستگي صرف هڪ فارميلٽي پوري ڪرڻ جي حد تائين وڃي رهي آهي. ڇا جون سالن جا سال برباد ڪندڙ، ڊاڪٽري ۽ انجنيئري جهڙيون طويل ۽ ٿڪائيندڙ

پڙهايون. شايد ئي ڪو شاگرد باقي هوندو جو حالتن ۽ سياستن ۾ Involve ٿيڻ ڪانپوءِ هر سال تعليم جو فقط هڪ ڏاڪو مٿي چڙهڻ لاءِ پنهنجا سچا سارا ٻارهن مهينا پڙهڻ بلي ضايع ڪري ناداني جو ثبوت ڏيندو. سال ۾ هڪ ڀيرو ٿيندڙ امتحان جي رسم پوري ڪرڻ لاءِ هاڻ قلم بدران ڪلاشنڪوف کي استعمال ڪيو ٿو وڃي، جنهن جي ٻل تي سينا زوري ۽ ديدا دليري سان نقل ڪرڻ کي هر شاگرد پنهنجو حق ٿو سمجهي.

موجوده دور ۾ امتحان جهڙي حشمت انگيز ۽ دٻدٻي واري نالي جي اسان وٽ جيڪا مٽي پليد ٿي آهي تنهن جو مثال دنيا جي تختي تي ملڻ محال آهي. ڪو وقت اهڙو به هوندو هو جو امتحان جو نالو ٻڌي ذهن تي خوف و حراس جي ڪيفيت طاري ٿيڻ سان گڏ شاگرد جا ڪاڏا پيتا وهه ٿي ايندا هئا. جڏهن ته اڄ هو نقل جي آڏار تي امتحان جي خوف کان آزاد ۽ آجو تاجو ٿي پيو آهي. حالتن جي هر ڪنهن کي چاڻ هوندي به الائي ڇو ان 'جدت' کي پراڻي وقتن جي دقيانوسي لقب 'امتحان ' سان ياد ٿو ڪيو وڃي، جڏهن ته جديد 'تعليمي تقاضائن' موجب، چوڻ ته ان کي 'ساليانو نقل' گهرجي.

ڪي سال اڳ جڏهن ڪنهن مسڪين مائٽ جو اولاد، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين پيڙو ٿيندو هو ته مائٽ دعائون پيا ڪندا هئا ته شل سندن ٻچڙو سياسي ڦڏي بازين جي جنجانن کان دور رهي تعليم ماڻي. پر موجوده حالتون هر ڪنهن کي تباهي طرف ايڏو ته تيزي سان پيون گهلين جو هاڻ اهڙيون دعائون معصوم اسڪولي ٻارن لاءِ ڪرڻ به ممڪن نه رهيون آهن، جو ستن اٺن ورهين جي ٻار جي وات ۾ به ڪک ڪُراڙن سياستدانن جي زبانن اڇي واسو ڪيو آهي. هاڻ اهو وقت به پري ناهي جنهن ۾ ٻيءَ کي ٻاهر ويندو ڏسي، ٻار لاڏ مان موٽر يا جهاز جهڙن رانديڪن جي فرمائش بدران ڪارو نقاب ۽ ڪلاشنڪوف آڻڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏي. اِن مجبوري جي آڙ ۾ اسان جي ڇوڪر ڏينهون ڏينهن دهشت گردي جو چار پکڙجندو پيو وڃي، اڄ دهشت گردي هرڪنهنجي ضرورت آهي.... مجبوري آهي، ڪڏهن ڪڏهن ائين به لڳندو آهي ته 'دهشت گردي' ڇڻ ڪنهن Super power جو نالو هجي، جنهن کي ويهين صدي جي زندگين تي راڄ ڪري ناس ڪرڻ جو کليو لائيسنس مليو هجي. خبر ناهي ته اهو دهشتن ۽ وحشتن جو عالم، ان صدي سان سمجهوتو ڪري انسان ذات کي ڪٿي آڻي رسائيندو يا ڪهڙي موڙ تي آڻي اسان کان انسان سڏائڻ جو لقب کسيندو؟ اچو ته گڏجي انتظار ڪريون.

'پارس' - ڪراچي.

# سنڌ جا مسئلا ۽ انهن جو حل

ساٿيو!

اسين ڪيڏي نہ معصوم قوم آهيون جو اسان سان هيڏا وئيل وَهي ويا، اسانجو هيڏو قتل عام ٿيو ۽ اسان ڌرتيءَ وارثن کي پنهنجا اباڻا گهر ڇڏي، پناهگيرن جي هٿان پناهگير ٿيڻو پيو. پوءِ بہ اسين هڪ ٻئي کان پڇون پيا تہ سنڌ جا مسئلا ڪهڙا آهن ..... انهن جو حل ڇا آهي؟

سنڌ جو بنيادي مسئلو،سنڌين جي جيئڻ جو مسئلو آهي. جيڪڏهن اڄڪلهہ ڪا چُپ چِپاٽ آهي ۽ سنڌين کي، سنڌ ۾ جنم وٺڻ. سنڌ ڌرتيءَ جي ٻولي ڳالهائڻ ۽ سنڌي لباس پائڻ جي ڏوهہ ۾ قتل نٿو ڪيو وڃي، تہ ان جو مطلب اِهو هرگز ناهي تہ اسين سنڌي، سڀ پاڻ ۾ ملي، ايڏا طاقتور ٿي پيا آهيون، جو دهشت گردن اسانجي طاقت ۽ ٻڌيءَ کي ڏسي، اسان کي قتل ڪرڻ ٿي ڇڏي ڏنو آهي، پر اها چُپ چپاٽ ان ڪري آهي، جو انهن في الحال اسان کي جيئڻ جي مهلت ڏني آهي ۽ ان مهلت جي دوران، هو ماٺ ميٺ ۾، سرڪاري سطح تي، اسان جي خلاف سازشن کي عملي جامون پارائڻ ۾ مصروف آهن..... اسان کي اقليت ۾ آڻڻ ۽ اسان کي ريڊانڊين بنائڻ جي ڪم ۾ مشغول آهن، ڇو تہ هو ڄاڻين ٿا تہ ڇڙوڇڙ هئڻ ڪري اسان ۾ ناانصافين خلاف مزاحمت ڪرڻ وارا جذبا تقريباً سرد ٿي چڪا آهن. هونءَ سنڌ مزاحمتي جنگ جي سرواڻن ۽ جوڌن کي جنم ڏيڻ ۾ جيڏي اڄ 'زرخيز' آهي، ايڏي اڳ ڪڏهن نہ هئي، پر اها بہ تلخ حقيقت ڇٽبي جو ان 'زرخيزيءَ' ٿي اسان کي ٻوڙيو ۽ دهشت گرد ٽولي کي تاريو آهي، ڇو تہ وجود جي بقا جون جنگيون ٽيهہ ٽڪر ٿي، ٽولن ۾ ويراهجي ڪونہ وڙهبيون آهن. دشمن قوتن ڪوڙي پروپيگنڊا ذريعي اسان کي جهان آڏو آلائي ڇا مان ڇا بڻائي پيش ڪيو، پر اسان جي ويچارگيءَ جو اهو حال آهي جو سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ ثابت ڪري ڏيکارڻ جي بہ همت ڪونہ اٿئون..... حد تہ اها آهي، جو آمريڪا ۽ لنڊن جهڙي ولايتن ۾، سنڌ بابت ڪانفرنسون ڪرائڻ کان پوءِ بہ، دنيا کي پوريءَ ريت حقيقت کان واقف ڪرائي نہ سگهيا آهيون. جنهن مان اهو

ثابت ٿيو ته ڏوراهين ڏيهه ۾ سنڌ کي زنده رکڻ وارا سمورا جتن، ڪي ڏينهن روح وندرائڻ ۽ وقت گذاريءَ جو ذريعو ته بڻجي سگهن ٿا. پر عملي طور اسان ڪجهه ڪرڻ کان چڻ لاچار آهيون،سنڌين جي ان ئي لاچارگيءَ کي Base بنائي اسانجا دشمن، پنهنجي مقصدن ۽ ارادن ۾ وڌيڪ ڪامياب ماڻڻ واري جاکوڙ ۾ نهايت سنجيدگيءَ سان سرگرم آهن ۽ اسين پنهنجي خلاف ٿيندڙ انهن سمورين سازشن کان باخبر هوندي به الائي ڇو بيخبر بڻيل آهيون.

هيڏانهن سنڌ ۾ ڏاڙيل، سنڌين کي پيا لٽين. ڪامورا پنهنجي نوڪريءَ کي برقرار رکڻ ۽ اڃان وڏو عهدو ماڻڻ لاءِ، سنڌ سان ويساهه گهاتي پيا ڪن. سنڌي وڏيرن ۽ سياستدانن،سنڌکي ڏارين وٽ يرغمال بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اهڙي سنگين صورتحال ۾ اسان جون قوم پرست جماعتون هڪ ٿي، سنڌين کي هڪ ئي پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ بدران، هڪ ٻئي سان اختلافن ۾ وچڙيل آهن. ڇا ڪابه قوم اهڙين حالتن ۾ قومي حيثيت سان زنده رهي سگهي ٿي؟.....

جيئن رڻ ۾ آيل طوفان، هر نشان متائي ڇڏيندو آهي، تيئن دهشت گرديءَ جي طوفان ۾ اسان جي سڃاڻ جا سڀئي نشان پڻ هوريان هوريان ڌندا پيا وڃن..... جي اها تباهه ڪن صورتحال ساڳي ريت قائم رهي ته پوءِ اهو ڏينهن به اچي پهچندو جڏهن اسين هڪ هڪ آڏو ليلائيندي ايلاز ڪنداسين ته "اسان کي سڃاڻو..... اسين سنڌڌرتيءَجي پنج هزار سال پراڻي تهذيب جا وارث آهيون..... اسين سنڌي قوم جي عظمتن جو نشان هئاسين....."

اها غيرتمند سنڌي قوم، جنهن کي ماضيءَ جون طاقتور قومون به ريتي نه سگهيون ڇا اها قوم پنهنجن پراون جي غداريءَ جي ڪري، ائين بي آسري، بنا سهاري تباهه ٿي ويندي ..... ڇا اسين دشمن جي چالبازين ۽ مڪارين سان صرف تاريخ جي صفحن ۾ ناڪام ۽ برباد ٿيل قوم جي حيثيت سان دفن ٿي وينداسين ..... تاريخ ڏاڍي بي رحم آهي، تاريخ ڪڏهن به ڪنهن قوم تي ترس کائي ان قوم کي جيئڻ جي Concession (ڪنسيشن) نه ڏيندي آهي، قومن کي تاريخ جي جبر سان وڙهڻو پوندو آهي، ۽ تڏهن ئي قومون تاريخ آڏو سرخرو ٿينديون آهن. جي اسان کي تاريخ آڏو سرخرو ٿيڻو آهي، ته خطرناڪ رجحان معجزاتي طور ختم ٿيڻ وارين اميدن ۽ آسرن تي ڊپينڊ ڪرڻ بدران، اسان کي هٿ هٿ ۾ ڏيئي سنڌ لاءِ، سنڌيءَ ٻوليءَ لاءِ، سنڌي ثقافت لاءِ ۽ سنڌين جي زندگين لاءِ، تاريخ جي جبر سان جهيڙو ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن اسان ۾ اها ٻڌي هجي، ته ڪنهن دهشتگرد کي مجال ناهي جو اسان جي ڌرتي تي اسان کان پناهه گهرڻ وارا، اسان ڏانهن اک کڻي نهارين. پر هميشه جيان اڄ به اسان جا قوم پرست سياستدان پنهنجا ·· ت هلائڻ لاءِ، جدا جدا پارٽيون ٺاهيو ويٺا آهن، جڏهن

تہ مقصد سيني جو ساڳيو ئي آهي، تہ اسين هڪ قوم جي حيثيت ۾، عزت ۽ آبرو سان زنده رهون. اسان کي تاريخ جي وهڪري مان آڪارڻ لاءِ ڪو مسيحا نہ ايندو، ڪو امام مهدي نہ ايندو. اسان مان ئي ڪنهن کي مسيحا ۽ مهدي ٿيڻو آهي ۽ ماضيءَ جي عظمتن ۾ جيئڻ ۽ پنهنجو پاڻ جي ويري، هن قوم کي هڪ ڪري، ايندڙ دور لاءِ عظيم بنائڻو آهي. مان اها ڳالهہ وري بہ ورجائيندس تہ سنڌ جو مسئلو رڳو هڪ آهي، اهو آهي هڪ قوم جي حيثيت ۾ عزت ۽ آبرو سان جيئڻ ..... ۽ ان مسئلي جو حل بہ رڳو هڪ ئي آهي..... پنهنجو پاڻ ۾ ٻَڌي پيدا ڪرڻ. جي اسين سڀ ان ڳالهہ تي متفق ٿي وڃون تہ ائين بي آبرو ٿي مرڻ بدران، آبرو منديءَ سان جيئندا، مرنداسين ۽ پاڻ ۾ اهڙي ٻڌي پئدا ڪنداسين، تہ جيڪڏهن هڪ سنڌيءَ تي ڪنهن آلر ڪئي، تہ هن جي بچاءُ لاءِ ڪروڙين هٿ اُٿيا ٿي ويندا. باقي جي ايجان بہ اسين ساڳي بي حسيءَ سان سڀ ڪجهہ ڪليل اکين ۽ ستل ذهن سان ڏسندا رهياسين تہ سچائي شايد اسان کي پنهنجي ڌرتيءَ تي ايتري بہ جاءِ نہ ملندي جتي پنهنجا قدم ڄمائي، پنهنجو وجود برقرار رکي سگهون. تنهن ڪري اسان کي گهرجي تہ سڌريل قومن جي تاريخ کي سامهون رکندي، پنهنجي قوم ۽ ان جي ماڻهن لاءِ سچائيءَ سان سوچون ۽ عمل ڪريون، تہ ٿي سگهي ٿو تہ شايد اسين مايوسيءَ جي ڪن مان نڪري پار پئون ۽ ڪاميابين جا ڪي ڪرڻا اسان جي بدنصيب قوم جي پلئہ پئجي وڃن.

منهنجي خيال ۾ سنڌ جي ڪنهن بہ مسئلي جو ان کان سواءِ ڪو ٻيو حل ناهي. مهرباني.

*سرتيون ويلفيئر اسوسيئيشن پاران ڪوٺايل سيمينار ۾ پڙهيل مقالو.*

# بهاريءَ نہ آڻيو، ڪالا باغ ڊيم نہ ٿاهيو

سنڌين لاءِ ڪالا باغ ڊيم ڪان وينديءَ، بهارين جي لوڊ آڻڻ تائين، ڪو بہ مسئلو اهڙو ناهي جنهن لاءِ چئي سگهجي تہ اهو نئين مان مڙهيو ويو آهي. مسئلو چاهي حقن تي ڌاڙا لڳڻ جو هجي، يا وجود جي بقا جو، اقليت ۾ آڻڻ واري سازش جو هجي، يا پاڻيءَ واري ٽڪيءَ جي ٺاهہ جو..... اِهي سڀئي گڏجي سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ تباهيءَ جو مسئلو بڻجي پيا آهن. اِن ڏس ۾ سنڌي قوم اڄ ڪان نہ، بلڪ ورهين کان هنڌين ماڳين پنهنجي تباهي ۽ بربادي جي سببن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائيندي ۽ ماتم ڪندي آئي آهي، پوءِ بہ خبر ناهي، تہ سنڌ جي خير خواهيءَ جون دعويدار سياسي قوتون اجان تائين سازشون سٽيندڙن لاءِ تباهيءَ جو مسئلو ڇو نہ پيدا ڪري سگهيون آهن. سنڌ کي ڏکيا ڏينهن ڏيکاريندڙ حالتن، پوري قوم کي آس ۽ نراس جي بہ واٽي تي آڻي بيهاريو آهي، تنهنڪري مونجهاري جي شڪار ۽ تباهيءَ ڪناري پهتل قوم جون اکيون، گروهن ۾ ويراهيل سياسي پارٽين ۽ ليڊرن ۾ ڪتل آهن تہ سندن سياست سنڌ کي ڪهڙي رُخ ڏي ٿي وٺي هلي. سياسي جلسا جلوس سڏائڻ زنده قومن جي سڃاڻ جو اهڃاڻ تہ ضرور آهن، پر ڪو مقصد ماڻڻ بنا، ڇڙوڇڙ ٿي ملهايل جلسا، قوم کي ڪڏهن بہ ڪاميابين جو ڏس نہ ڏيکاري سگهندا آهن. ڪاميابي اها نہ چئبي تہ جلسي ۾ ڪيترن هزارن لکن شامل ٿي نعرا هنيا يا تاڙيون وڄايون. ڪاميابي اها چئبي جڏهن ثابت ڪري ڏيکارجي تہ قوم جي تقدير بدلائڻ لاءِ اوهان ڇا ڪري سگهيا آهيو؟ جنهن جو ڪو واضح مثال اڃا تائين سامهون ناهي آيو..... سمورا دعوي ۽ واعدا محض ڪن پل جو پڙاڏو بڻجيو گم ٿيو وڃن. ڪيترائي سياسي اتحاد، وجود ۾ ايندا ٿي ڇڻ ٽٽڻ لاءِ آهن.

قوم جي تقدير بدلائڻ ۽ ٺاهڻ جو جن تي دارومدار هجي، اهي اڳواڻ، اٽڪت اختلافن کي انا جو مسئلو بڻائي، پاڻ ۾ گڏجي ويهڻ لاءِ تيار نہ هجن تہ پوءِ قومي بربادي جو ڏوهہ ڪنهن تي مڙهجي؟ اڄڪلهہ تہ اديبن کي بہ سياست ۾ گهليو پيو وڃي تہ اهي اتي ڪو ٻوٽو ٻارين ۽ معجزو ڏيکارين، جڏهن تہ سنڌ جي هر سچي اديب سياست کان ٻاهر رهندي بہ سڌي يا اڻ سڌيءَ ريت، سنڌ جي آزاديءَ کان وينديءَ ظلم، ڏاڍ ۽ جبر جي هر عمل خلاف قلم سان جنگ جوٽي،

دشمن خلاف جهاد ۾ ڀرپور حصو ورتو آهي ۽ هاڻ انهن مان عملي سياست ۾ ڪاهي پوڻ واري اُميد رکڻ اجائي ٿي لڳي. ڇاڪاڻ ته اديب به عوام مان ئي آهي، جنهن ڪڏهن به ليڊر شپ جون واڳون سنڀالڻ جي ڪا دعويداري نه ڪئي آهي. اِهي ڪم رڳو سياستدانن کي ئي سونهن ٿا، جن اِها ذميداري کنئين آهي ۽ عملي جدوجهد به بهرحال انهن کي ئي ڪرڻي آهي. اسين عوام ته گڏجي رڳو سندن طاقت بنجي سگهون ٿا. بهرحال اڄوڪي ڪانفرنس ۾ جتي ايڏا سارا سياستدان هڪ وار وري اتحاد جو مظاهرو ڪندي، سنڌ جي گنڀير مسئلن کي حل ڪرائڻ لاءِ گڏ اچي ٿيا آهن ته هاڻ وري نئين سنئين عوامي رابطه شروع ڪرائڻ. نقطه ڳنائڻ، اشتهار بازي واري انداز ۾ هيڪاندا بيان ڪڍائڻ ۽ جلسا جلوس ڪرائڻ ۾ وڌيڪ وقت وڃائڻ بدران فوري طور تي يَڪ راءِ ٿي، سمورن مسئلن کي نئين عزم سان حل ڪرائڻو آهي، ڇو ته اسانجو غير سنجيدگيءَ سان گذاريل هر ڏينهن، هر پل، اسانکي پنهنجي حقن کان دور ڪندو پيو وڃي. اهڙي وقت ۾ عوام جي اُمنگن جي نمائندگي ڪندي صرف اِها ئي تجويز ڏيئي سگهجي ٿي ته اوهان ٽولن ۾ ويراهيل سياستدان هڪ هنڌ تي الزام هڻڻ بدران، درگذر ۽ رواداريءَ کان ڪم وٺندي، پهريائين گڏجي هڪ ٿيو ۽ پوءِ سنڌ جا سمورا ڪيس کڻي انهن واسطيدار حاڪمن جو در جهليو جن اسانجي تباهيءَ جو ٺيڪو کنيو آهي. پنهنجي ڳالهه مڃرائڻ لاءِ ساڻن مُنهان مُنهن ٿي مذاڪرو ڪيو، دليل ڏيو ۽ ٻڌايو ته اسين بهارين جي خلاف ڇو آهيون..... اسين پاڻيءَ جي ورڇ وارو ٺاهه ڇو نٿا قبوليون. اُنهن کان پُڇو ته سنڌين جي حقن تي ڌاڙا ڇو پيا لڳن؟ حق ۽ سچ کي مڃائڻ جي ڀاڻ ۾ طاقت پيدا ڪريو، پوءِ ڪو سبب ناهي ته سنڌ جو عوام اوهانجي طاقت نه بنجي. پنهنجا حق مڃرائڻ لاءِ ڇاهي اوهانکي پريزيڊينسي، پرائمنسٽر هائوس، چيف منسٽر هائوس يا سنڌين جي حقن تي نانگ بنجي ويهڻ واري وڻ عزيز آباد ئي نه ڇو نه وڃڻو پئي. اُنهن کي ٻڌايو ته اسان پناهه گيرن جي لوڏ قبولڻ کان پوءِ ڇا ڇا نه سٺو آهي جو هاڻ بهارين کي به گهرايون..... ڪهڙن سببن ڪري سنڌ کي عالمي يتيم خانو بنائڻ جا سٽل پيا سٽجن؟..... انهن ڳالهين جا وٽن ڪي نه ڪي جواب ته ضرور هوندا. جي اسين سچا آهيون، اسان سان ناانصافيَ ٿي آهي ته پوءِ ڪو سبب ناهي ته ڪوڙ تي ٻڌل سندن اڻ پورا دليل اسانکي لاجواب ڪن..... ڇو ته اسان ۾ دليلن سان وڙهڻ جي سگهه آهي، اسين دهشت گرد ناهيون جو هٿيارن جي زور تي جنگون وڙهون. باقي جي اڃان به اسين پنهنجي مقصد ماڻڻ ۾ ناڪام ٿياسين ته پوءِ شايد ئي اسان کان وڌيڪ دنيا جي تختي تي ٻي ڪا بدنصيب قوم هوندي.

*'عوامي تحريڪ' پاران ڪوٽڙي ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالو.*

# سڪ جا چانورا

پل، پرديسي پکيئڙا بٺجي ڪئين تا آڏامن، سا حقيقت جيتري اڄ واضح آهي، اڳ نہ هئي..... سال جا ٻارنهن مهينا هڪ ٻئي کان گوءِ کڻ ڪاڻ ائين تا ڌَڪندا وجن جڻ ڪي ڏينهن مس گذريا هجن..... جولاءِ ۸۸ع کان متل محشر لاءِ بہ ويساهہ ئي نہ ٿو اچي تہ ڪو ان رتو چاڻ ڪي چوڏهون چنڊ ڏنو آهي!

مئي ۱۹۸۰ع ۾ جڏهن پهريون ڀيرو سنگيت آچاريا ماستر چندر جي ڪوٺ تي انديا وٺي هئس تہ ان ڪالهوڪي ڳالهہ تي بہ عجب ٿو لڳي تہ ڪو سچا سارا پريا نو سال گذري ويا هوندا..... پر حقيقت کان ڪيئن ٿو ڪنڌ ڪڍائي سگهجي، پوءِ چاهي اُها خوابن جيان ئي ڇو نہ لڳي، جيڪي جهلڪ ڏيکاري هليا ويندا آهن تہ ڪڏهن هميشہ لاءِ اکين ۾ اٽڪي بيهي رهندا آهن..... ڪنهن اڻ ڪٿ ۽ اڻ چاتل انتظار جيان.....

تن ڏينهن منهنجا ٻار بہ ڏاڍا ننڍا هئا، خاص ڪري زمر تہ ٻِنهہ ذري هئي، سي بہ ڏسندي ڏسندي ائين وڏا ٿي ويا آهن جو ڪڏهن ڪڏهن حيران ٿي سوچيندي آهيان تہ اهي ننڍڙا ٻار الائي ڪٿي لڪي ويا آهن، جن پهريون دفعو انديا ويندي مهل آتندي ويهندي لاتعداد معصوم فرمائشون تي ڪيون. سندن ٻالڪپڻي جو هر روپ، هر نقش ۽ معصوم ڳالهيون هاڻي رڳو منهنجي دل تي اُڪريل آهن.

انديا پهچڻ سان ائين لڳو هئم جڻ چوڏاري سڪ جي ساگر ٿي ڇوليون هيون. مان هِند جا ويس، هنن لاءِ جڻ سنڌ هلي آئي هئي، اها سندن سنڌ لاءِ سِڪ جي انتها هئي جو مونکي سنڌ ٿي سمجهيائون..... ۽ جڏهن ويهن ڏينهن کان پوءِ آتان موٽي، بنا ڪنهن پلياننگ جي 'اندر جنين اُڄ' جي سري هيٺ سندن ڏنل سِڪ کي لفظن ۾ سموئڻ ويٺي هئس، تڏهن خبر نہ هئي تہ اهي لفظ ڪتابي صورت اختيار ڪري ويندا. جنوري ۱۹۸۱ع ۾ ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو تہ مرحوم پير حسام الدين راشدي صاحب؛ واحد مرد مجاهد هو جنهن وڏي خوشيءَ سان ان جي مهورت ڪرڻ لاءِ رضامندي ڏيکاري، پر گهربل تاريخ تي اڳ ئي ڪميٽيڊ

هجڻ ڪري هن مهورت واري تاريخ ۾ ئي ڏينهن پوئتي رکڻ لاءِ چيو. پر اسانجي مجبوري اِها هئي جو سمورا دعوت ناما ورهائي چڪا هئاسين. ڪيترائي ٻاهريان مهمان به اچي پهتا هئا. اهڙيءَ حالت ۾ مهورت جي تاريخ بدلائڻ ممڪن نه هئي.

هونءَ ڪتاب جي مهورت هرو ڀرو ڪو ايڏو مسئلو نه هو. مسئلو اهو هو ته ڪتاب انڊيا بابت لکيل هو، سو به مارشل لا جي دور ۾. جيڪا ڳالهه ملڪ دشمنيءَ جي زمري ۾ اچي ٿي سگهي. انڪري ڪنهن به اديب ۽ دانشور، دور انديشيءَ جي پيش نظر، هندستان جي سفرنامي جي مهورت ڪري پنهنجو پاڻ کي مارشل لا جي عتاب هيٺ نئي آڻڻ چاهيو.

’عالمن جي ابن‘ جا اهي حال ڏسي محبوب به نفسياتي طور چڱو ڊپريس ٿي ويو ۽ مارشل لائي ڏچي کان بچڻ لاءِ صلاح ڏنائين ته چو نه راتو رات ئي سمورا ڪتاب ڪٺائي سنڌوءَ جي نظر ڪجن ته جيئن ’نه ڪتو ڏسي، نه ڀونڪي!‘ اهو ٻڌي مان حيران رهجي ويس. سوچيم، ڪيئن ڪندس اهي ڪتاب سنڌوءَ جي حوالي..... جڏهن ان ساڳي سنڌو سن ۷۳ع يا ۷۴ع ۾ ٻوڏ آڻڻ واريون حالتون اختيار ڪندي، لطيف آباد ڏي رخ ٿي رکيو تڏهن مان ڪيئن نه ان ڳڻتيءَ ۾ پئي ڳرندي هئس ته ڪٿي منهنجي ساهه سان سانڍيل ڪتابن ۽ آلبمن کي ڪو ڇيهو نه رسي. جڏهن ته سون مِين ۽ گهر جي ٻئي سامان سڙي لاءِ ته ڪو آلڪو ئي نه هئم. جن لاءِ چيم ٿي، ’اهي وڃن ته ڀل ڀيا وڃن‘ ٻوڏ واري ايمرجنسي ڊڪليئر ٿيڻ جي اڳواٽ خطري تحت، مون ڪتاب ۽ آلبم ٻڪَن ۾ بند ڪرائي، گاڏيءَ ۾ رکائي چڙيا هئا. جيڏانهن ڪيڏانهن به وڃبو هو ته ٻڪون ساڻ هونديون هيون.

لطيف آباد ته ٻوڏ کان بچي ويو؛ ڪتاب وغيره به محفوظ رهيا باقي رهي سون مِين وڃڻ واري وائي، سا به پوءِ جلد ئي هڪ نانءُ چڙهئي چور ’پوليس آفيسر‘ جي مهربانين سان پوري ٿي وئي.

مون محبوب کي دلاسو ڏيندي چيو، ’جڏهن ڪتاب ۾ ڪا تخريبي ڳالهه آهي ئي ڪانه ته چو سنڌوءَ حوالي ڪيونس. چربٽ راجا جي انڌير نگريءَ ۾ هرو ڀرو جي اسان تي ڪو مارشل لا جو ڪوپ ڪتو ۽ ڪا پُڇا ڳاڇا ٿي ته مان پاڻهي هر ڳالهه جو جواب ڏيندس.

ٻئي ڏينهن ڪراچيءَ مان فون آيو ته ڪتاب جو مهورت سگا جي چيئرمين مانواري ڀاءُ ڊاڪٽر سليمان شيخ ڪرڻ قبوليو آهي. جڏهن ته برک ليکڪا ڀيڻ فهميده حسين خاص مهمان هوندي. سندن بي لوث ادبي ۽ سماجي خدمتن جي ته مان اڳ ئي قائل هئس، ويتر جو سندن حوصلي ۽ جرئت ڏٺم ته دل ئي دل ۾ ڪين جس ڏيڻ بنا رهي نه سگهيس؛ جو انهن مارشل لا جي عَتاب جي پرواهه نه ڪندي ان فنڪشن ۾ اچي اسانجي عزت افزائي ڪئي. اِن دوران، ڏيڍ ٻن سالن جي وٿيءَ

ڪانپوءِ ١٩٨٣ع ۾ منهنجو ڪتاب ’جيءَ جهروڪا‘ بہ ڇڏرو ٿي ويو، جنهن جي مهورت پڻ ٨٠ع ۾ ’مٺي مراد‘ ۽ ٨١ع ۾ ’اندر جنين اُڄ‘ جيان شاندار نموني هوٽل فٽاز ۾ ٿي. مون محسوس ڪيو تہ منهنجي ڪتابن جون مهورتون ڪن ماٺهن کان سٺيون نٿي ويون، انهن نہ رڳو پنهنجي ذاتي ڪتابن جي مهاڳن ۾ اهڙو روڄٽوَ رُنو؛ پر سُٺين هوٽلن ۾ مهورت ڪرائڻ جي ’ڏِرم‘ کي پڻ اڻ سڌي ريت ٿر جي ڏڪار جو سبب بڻائيندي، اخباري ڪالمن ذريعي چڱي واويلا مچائي. جڏهن تہ اهي پاڻ چڱا مڙس ٿي فائيو اسٽار هوٽلن ۾ ٿيندڙ ڪامورن جي ڪتابن جي مهورت تي جهاز جون واپسي ٽڪيٽون طلبي، شريڪ ٿيڻ ۾ ڪو عار محسوس نہ ڪندي، مينهن واءَ ٿي اچي لهندا آهن. مان سمجهان ٿي هاڻ انهن جي قلبن کي قرار ۽ هاڻ تي ٿڌو ڇنڊو پيو هوندو ۽ سندن ’وسيع‘ نظرن ۾ ٿر تان ڏڪار بہ لهي ويو هوندو؛ جو ان کانپوءِ مون پنهنجن ڪتابن جو وري ڪو مهورت نہ ڪرايو. پر جس هجي هِند جي سنڌي سڄڻن کي جن اُتي منهنجي ڪتابن جا شاندار نموني مهورت ڪرائي اِن ڪميءَ کي پورو ڪري ڇڏيو. ’اندر جنين اُڄ‘ ڇڏرو ٿيڻ سان ڄڻ سرحد کُلي پئي ۽ هند ياترا جي سفرنامن جا سلسلا شروع ٿي ويا..... تڏهن سمجهيو هئم تہ ڀهريون دفعو ملي آهيان تنهنڪري ٿا ايڏي سِڪ ڏين پر پنجن سالن بعد پيو پيرو سڄڻن جي سَڏ تي وري هندستان ويس تہ ڏٺم؛ سندن سِڪ ڀهرين کان بہ سرس هئي، هر طرف مون تي سِڪ جا ڇانورا ئي ڇانورا هئا..... ڪيترائي چهرا آهن جيڪي ذهن جي اُفق تي اُڀري محبتن ۽ شفقتن جي چانڊاڻ پکيڙيندا ٿا رهن. مون موٽي اچي ساٿن گڏ گهاريل گهڙين جي ياد ۾ ’سُرهي سُرهي سارَ‘ نالي سفرنامو لکيو. واقعي هر طرف سندن يادن جي سرهاڻ هئي. ’هلال‘ ۾ ان تي تبصرو لکندي اسانجي مانواري ليکڪ ۽ صحافي علي احمد بروهي صاحب هڪ هنڌ لکيو تہ ’ماهتاب هر سال انڊيا ويندي رهي ٿي.....‘

اِهو صرف بروهي صاحب جو نہ، پر سنڌ ۾ رهندڙ ڪيترن ئي ماڻهن جو خيال آهي تہ مان هر سال انڊيا ويندي رهان ٿي! مونکي خوشي آهي تہ هند وارن جي ڏنل سِڪ ئي اهڙو احساس ماڻهن کي ڏنو آهي، جو سڄي ساري پنجن سالن جي وٿيءَ کي هو هڪ سال سمجهندي، ڪنهن ڪٿ ۾ ئي نٿا اَٽين. ڪاش، سالن جا سال ڳڙڪائڻ واري اهڙي ’فرياداڻي‘ ڪٿ عورتن جي عمر جي معاملي ۾ ڪئي وڃي تہ هوند چوڏهين لئہ ٿي وڃي ۽ نفسياتي طرح هو شايد زندگيءَ جا ڪي سال وڌيڪ چوڙي ماڻي سگهن. پر مونکي پڪ آهي تہ مرد ڪڏهن بہ عورتن کي اهڙي خوش فهميءَ ۾ مبتلا ٿيڻ نہ ڏيندا.

زندگيءَ ۾ اهڙا وقت بہ ايندا آهن جنهن ۾ ماڻهو حقيقتن کان فرار حاصل

ڪرڻ لاءِ؛ ان ڪان منهن موڙڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پنهنجو پاڻ ڪي مزيد ڏک نه ڏيڻ خاطر، پنهنجو پاڻ سان دوکو ڪندو آهي. داد رام پنجواڻيءَ جي سرڳواسي ٿيڻ پڄاڻا مان به بمبئي وڃڻ جو تصور نٿي ڪري سگهيس، جو ڇاتم ٿي ته اُها ان جيڏي جاڳندي ۽ نچندي ڳائيندي شخصيت بنا ڪيڏي نه سُڃي ۽ ٻُسي ٿي پئي هوندي.....

ان مهل مونکان اهو وسري ويو ته ان بمبئي ۾ ٻيا به ڪيترائي پائر پينر، سنگتي ساٿي ۽ بزرگ آهن جن مونکي سنڌيت جي سفير دادا پنجواڻيءَ کان گهٽ ناهي ڀريو ۽ مونکي به هو اوترائي عزيز آهن جيترو دادا.....

پر ڪِن حالتن ۾ حقيقتن کي ڏاڍو دير سان فيس ڪبو آهي. اهي به وقت جون ئي مهربانيون آهن جو ٻين جي شفقتن ۽ محبتن جي پناهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن کي حوصلا بخشي ڇڏيندو آهي.

هن ڀيري به چار سال اک ڇنڀ ۾ گذري ويا..... ڇئن سالن ۾ هڪ ڏينهن به اهڙو نه گذريو جنهن ۾ سانگين جي سار نه ستايو هجي، ايترن فاصلن هوندي به اٿين ٿي لڳو ته هو سڀ مون ساڻ هئا. ڇڻ اسانجي وچ ۾ ڪي به ويڇا، ڪي به فاصلا ۽ ڪي به سرحدون نه هيون.... ڪير آهي جيڪو سرهاڻ ۽ سار تي سرحدون مقرر ڪري سگهي؟

اسانجي فيملي فرينڊ، قيمت راءِ وارن پنهنجي پٽ سندر جي شادي اٽينڊ ڪرڻ لاءِ ڇهه مهينا اڳواٽ ئي انفارم ڪري ڇڏيو هو، پر جيئن ته جولاءِ ٨٨ع ۾ اسين ملڪ کان ٻاهر هئاسين تنهنڪري ڪاغذ پٽ نه ٺهي سگهيا ۽ آتان موٽياسين مس، ته ٣٠ سيپٽمبر واري قيامت کي منهن ڏيڻ سان گڏ، ڏيڍ مهيني تائين ڪرفيو جو قيد ڪاٽڻو پيو. سڄي سنڌ ۾ ماتم مَتل هو، اهڙين حالتن ۾ دل ۽ ذهن قبوليو ئي نٿي ته ڪو گهر ڇڏي پرديس وڃجي. هر ڪنهن جو من ملول ۽ خوشيون خاڪ..... ڇڻ انسان نه، جيڏا لاش هجون.....

جيئن جيئن شاديءَ جا ڏينهن ويجها پوندا ٿي ويا تيئن سندن قربن ڀري يادگيريءَ ۾ تيزي ايندي وئي. شاديءَ جي پروگرامن شروع ٿيڻ تائين هر روز بمبئي مان فون ٿي آيا ته اچي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيون. ايڏي عزت افزائي ۽ ايڏي سِڪ؛ جو مان سمجهان ٿي ته اهڙن مصروف مهلن تي ڪو سڳو مائٽ به ورلي ڏيئي سگهندو.

ڊسمبر جي آخر ۾، محبوب آفيس جي ڪم سانگي ڪراچي ويو ته اتان ئي سندس ڪار چوري ٿي وئي، جيڪا خوشقسمتي يا بد قسمتي ڇئجي جو ٻئي ڏينهن سان ملي ته وئي، پر اهڙي حال ۾ جو ڦيٿن کان ويندي هر سالم عضوو غائب هئس! ان ڪان ته ليجي ئي نه ها ته چڱو هو، جو گهٽ ۾ گهٽ انشوئرنس

واري رقم چڙهائڻ ۾ ايڏي ڍِل ته نه ٿئي ها جيڪا اٺ مهينا گذرڻ کان پوءِ به اڃ سوڙو هلي پئي.

مون محسوس ڪيو ته انشوئرنس جي رقم وٺڻ به ائين آهي جيئن سرڪار اڳيان خوددار اديبن جي علاج لاءِ ايلاز ڪري ٻاڏائڻ.....

محبوب انشوئرنس واري رقم جي پچر ڇڏي. ڪار کي ذاتي خرچ سان ٺهرائي سيل ڪري، نئين ڪار خريدڻ جي جنجالن ۾ ڦاٿل هو ته ان سان گڏ منهنجي ۽ زمر لاءِ سيٽن جو بندوبست به ٿي ڪيائين، پر جيئن ته نئون سال سر تي اچي ڪڙڪيو هو تنهنڪري پندرنهن ڏينهن تائين جهاز ۾ ڪا سيٽ ئي نه ٿي ملي، ان کان پوءِ وچڻ اچايو هو جو شاديءَ جا سمورا ڪاڄ ٢٧ ڊسمبر کان ۴ جنوري تائين جاري رهڻا هئا. اسان جيئن ته فارن فلائيٽس ۾ ٿي مهينا اڳ سفر ڪري چڪا هئاسين تنهنڪري سال کان اڳ ڪنهن به غير ملڪي فلائيٽ ۾ سفر ڪرڻ ممڪن نه هو. جڏهن ته ملڪي ايئرلائينس ۾ چانس تي به ڪا سيٽ نه ٿي ملي، پر جس هجي شيخ اياز جي فرزند انيس شيخ کي جنهن وڏين ڪوشش کان پوءِ P.I.A ۾ به سيٽون هٿ ڪرائي ڏنيون. تڏهن وڃي ٢٩ ڊسمبر تي قيمت راءِ فيملي جا مهمان ٿي وڃي پهتاسين؛ جيڪي ڊاڪٽر پرسوائي سميت اسانکي رسيو ڪرڻ لاءِ ايئرپورٽ تي موجود هئا. منهنجي اچڻ جي ڪنهن کي به خبر نه هئي، مان ايندي شرط ڊاڪٽر پرسوائيءَ سان گڏجي مهيش چندر، گوبند پنجابي ۽ سندن گهر ڀاتين سان وڃي مليس، جيڪي ان اوچتي سرپرائيز تي نهايت خوشيءَ جو اظهار ڪندي هميشه جيان پاڻ وٽ رهڻ جو اسرار ڪرڻ لڳا. جنهن تي مون کين يقين ڏياريو ته ائرپورٽ تي لهڻ تائين منهنجو پڻ اهڙو ئي ارادو هو. پر ميزبانن نه مڃو جو انهن رهائش جا سمورا انتظام اڳواٽ ئي پاڻ وٽ ڪري ڇڏيا هئا.هن ڀيري مان صرف هفتي لاءِ انڊيا آئي هئس. شاديءَ جا سمورا ڪاڄ پاڻ ۾ ڪجهه ان ريت ڳنڍيل هئا جو وچ ۾ ڪو گيپ نه ٿي آيو. نيوئير پارٽي، رنگ سيريمني، ميوزيڪل ۽ ڊينسنگ پروگرام، پوڄا پاٺ، پڄن، مَهندي، شادي، رسيپشن، ستاوڙا ۽ هندو ڪلچر جي ٻين ڪيترن ئي ساٿ سوڻن جي رِسمن کان علاوه ستن ڏينهن تائين لاڳيتا ڊنر ۽ لنچ. ڪڏهن کهوٽيتن طرفان ته ڪڏهن ڪنواريتن پاران.

اديب دوستن ۽ سنڌي سڄڻن کي جيئن ئي هڪ ٻئي وٽان منهنجي اچڻ جي خبر پئي، ته مون کي فون تي ڪيائون ۽ مونسان ملڻ تي آيا. پوءِ ڪٿي نيوئير پارٽيءَ ۾ هجان يا تاج هوٽل ۾ شاديءَ تي، هر ڪو مون کي ڳوليندو اتي پهچي ٿي ويو. ڪن منهنجا پروگرام ٿي پڇيا، ته ڪن ادبي دعوتن ۽ گڏجاڻين لاءِ وقت ٿي ورتو. جڏهن ته مون کي خبر ئي نٿي پئي ته ڪهڙيءَ مهل واندي ٿي سائن

گڏجاڻيون ڪري سگهندس، پر اها منهنجي ميزبانن جي فراخدلي هئي جن سنڌي اديبن ۽ سڄڻن جي سِڪ ڏسندي، پروگرامن جي وچ وچ مان وقت ڪڍي مون کي ساڻن گڏجاڻيون ڪرڻ ۽ دعوتن اٽينڊ ڪرڻ جيتري مهلت ڏني. سنڌن ان قدم کي سڀني ڏاڍو ساراهيو.

مون سڀ کان پهرين 'سيتا سنڌو ڀون' جا درشن ڪيا، جيڪو آچر جي ڏينهن بند هوندو آهي، پر منهنجي مصروفيتن جي پيش نظر ان کي ٽرسٽ جي عهديدارن خاص طور کولرايو. مون سان گڏ ڪلا پرڪاش، موهني مير چنداڻي، ڊاڪٽر ارجن شاد، ٺهلرام آزاد، مسز لاڄ، مسز راڄ گوبند پنجابي، دادي شانتي، ٺاڪر چاولا، نرسنگ گولاڻي، چندرو لعلواڻي ۽ ڏيون ڀوڄواڻي کان سواءِ ٽرسٽ جا ٻيا ڪيترائي ميمبر ۽ عهديدار، دادا رام پنجواڻيءَ جي سماڌيءَ تي حاضري ڏيڻ لاءِ آيا هئا. مون پنل اکين سان سماڌيءَ تي هارگل چاڙهي چؤڦير نهار ڪئي ته سنڌ جي ثقافت ۽ تصويرن سان سينگاريل، ڪشادو ۽ خوبصورت هال چڻ ڪائڻ پئي آيو..... ويري وقت جي واءُ سان هر شيءِ ڪومائجيو وڃي پر پيار، خلوص ۽ عقيدتن جا گل ڪڏهن نٿا ڪومائجن. مون سميت سڀني دوستن جي دلين ۾ سنڌيت جي سفير دادا رام پنجواڻيءَ لاءِ سڪ جي ساڳي سرهاڻ هئي..... ساڳيو پيار جو ساگر هو.....

هال مان ٻاهر ميٽنگ روم ۾ اچي، رفريشمينٽ کان پوءِ ٽرسٽ پاران مونکي گولڊ ۽ سلور جا رام پنجواڻي ميڊل ڏنا ويا، جيڪا مون لاءِ وڏي عزت افزائي هئي. فرينڊز آف اوورسيز جي چيئرمين مسٽر نرسنگ گولاڻي هميشه جيان وڙ ڪندي، مون سان ادبي گڏجاڻي رکڻ تي چاهي، جڏهن ته سنڌو ڀون ۾ 'سهيلي وومن ونگ' وارن جي پڻ ساڳي مرضي هئي. وري به وقت جي کوٽ جو سوال ٿي اٿيو، نيٺ سڀني ان ڳالهه سان سهمت ڪئي ته ٻنهي تنظيمن طرفان گڏيل گڏجاڻي رکي وڃي جيئن سنڌي سڄڻ ۽ اديب ياٿر ڀينر هڪ ٺي جاءِ تي مون سان گڏجي سگهن. پنجين جنوري ١٩٨٩ع منهنجي واپسي هئي، تنهنڪري چوٿين تاريخ گڏجاڻيءَ لاءِ ڏيئي، مون ٽرسٽ جي عهديدارن جا ٿورا مڃيندي سڀني کان موڪلايو ۽ وڃي شاديءَ جي ڪاڄن ۾ شريڪ ٿيس. ڪيترن ئي ڏينهن تي مشتمل ۽ رات جو ٻي اڍائين ٽائين جاري رهڻ وارا شاديءَ جا سمورا ڪاڄ، مون پارن هَل هنگامن کان دور رهڻ واري طبيعت ۽ مخصوص مزاج جي ماٿهن لاءِ ڪنهن حد تائين ٿڪائيندڙ هئڻ جي باوجود، دلچسپيءَ کان خالي نه هئا.

شادي ۽ ماحول تمام گهڻو ايڊوانس هوندي به هندو ڪلچر ۽ انجي بيشمار ريتن رسمن کي جيڪا غير معمولي اهميت حاصل هئي سا ان ڪري ته مِسز قيمت راءِ پنهنجي ڪلچر ۽ ميٽالاجيءَ کان نه رڳو تمام گهڻي متاثر آهي پر ان ۾ بيحد

گهڻي دلچسپي به رکي ٿي، اهو ئي ڪارڻ هو جو هُن پٽ جي شاديءَ تي ايڏا سارا ساٽ سوڻ ۽ فنڪشن ارينج ڪيا، جن ڪي ويجهڙائيءَ کان ڏسڻ جو مونکي پهريون ڀيرو وجهه مليو. وقت جي پابندي، ڊسپلن ۽ مهمانن کي لاڳيتو ڪنهن نه ڪنهن ميوزيڪل آئيٽم وغيره سان اِنٽرٽين ڪرڻ، ان شاديءَ جي هر ڪاج جون خاص خوبيون هيون.

اسان وٽ جيستائين گهرن جي موڪري اڱڻ ۾ ڪاج ٿيندا هئا ته انجي رونق ئي اور ليکبي هئي، پر جڏهن کان شادي هالن جو رواج پيو آهي تڏهن کان ڪاڄن مان سمورو چَس ئي نڪري ويو آهي. هوٽل ۾ ٿيندڙ شادين جا ڪاڄ ته وري به جيئن تيئن برداشت ٿيو وڃن پر ’تمبو ۾ بمبو‘ واريون شاديون ته اصل لاهه ڪڍيو ڇڏين؛ جن ۾ ويچاري مهمانن کي ڪنوارين يا گهوٽين جي انتظار ۾ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪرسين تي ويهي سُڪ ٿيٽو پوندو آهي. سندن ننڍڙا ٻار جيڪي پنهنجي مستي ۽ موج ۾ گهوٽ ڪنوار لاءِ سجيل خالي اسٽيج تي قلابازيون پائي ڊَڪڙ پيا ڏآئيندا آهن، جڏهن اهي به ننڊ ۽ ٿڪ کان ساٿا ٿي مائٽن جي ڳچي ۾ لٽڪي يا هنج ۾ ڊهي، گهر هلڻ جو رينگٽ شروع ڪري ڏيندا، تڏهن ڪو وڃي لنگهياٺيون ڏَهل ڪي جهلينديون ته ڪنوار به بيوٽي پارلر تان مائٽن جا رهيل ٽڪا ٽڪر ڦرائي اچي اسٽيج پيڙي ٿيندي. مونکي اڄ تائين اهو دستور سمجهه ۾ نٿو اچي ته شاديءَ جا ڪاڄ جڏهن ٻارهين - ٻارهين بجي شروع ڪرڻا آهن ته پوءِ ڪارڊن تي رات جا ست يا اٺ لکڻ جو ڪهڙو ضرور؟ چو نه سنئون سڌو ’آڌياٺو‘ يعني رات جي ٻارهين واري ڪوٽ ڏجي، جيئن هر ڪو پنهنجا ٻار ٻچا سمهاري، سيئي اوڪا پوڪا لاهي مقرر وقت تي ڪاڄ ۾ شريڪ ٿي سگهي.

چوٿين تاريخ، شام جو پنجين بجي اديب ساٿين سان گڏجي مان ۽ زمر هوٽل ’سمرات‘ پهتاسين. نئين نُهيل خوبصورت هوٽل ’سمرات‘ جي شاندار هال ۾ پير پائيندي ئي هر طرف ادب جا رنگ ئي رنگ وڪريل نظر آيا. گڏجاڻي نه هئي چڻ ته ڪو ادبي ميلو هو، جنهن ۾ سيئي پنهنجا ۽ پاڻ جهڙا ٿي لڳا. ڪنهن به قسم جو رک رکاءُ يا اجنبيت نه هئي، سڀ ڪنهن وٽ سنڌيت جي سار ۽ پُر خلوص جذبا هئا. مونکي ته ائين پئي محسوس ٿيو چڻ سالن جا فاصلا اورانگهي، وقت کي لتاڙي ۸۰ع ۽ ۸۵ع واري دور ۾ پهچي وئي هجان..... ڪجهه به ته مختلف نه هو ان گذريل ڪالهه ۽ اڄ ۾..... سواءِ ان جي ته عرش تان ڪي تارا ڇڄي نظرن کان دور هليا ويا هئا، باقي ته سڀ ڪجهه ساڳيو هو، ائين ٿي لڳو چڻ مان اڃان واپس ئي نه وئي هئس، تڏهن کان ئي اُتي آهيان.....

اڄ به هنن جي لفظن مان جذبن جي ساڳي سچائي ٿي بکي..... نه ته ادبي دنيا ۾ اڪثر ٿيندو ائين آهي ته مجبوريءَ يا خوشي جي حالت ۾ ڪنهن جي لاءِ

زبان مان ڪي مانوارا لقب القاب يا سِڪ پريا گفتا نڪري ٻه وڃن ته چار ڏينهن گذرڻ ڪانپوءِ ان تي قائم رهڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي.

تقريب جي آغاز ۾ ٿهلرام آزاد، استيج سيڪريٽريءَ جا فرض انجام ڏيندي سيني پينرن، پائرن، اديب دوستن، سماجي ڪارڪنن ۽ سنڌي جاتيءَ جي شيوڪن جي ڀرپور نموني آجيان ڪئي ۽ تقرير ذريعي پنهنجا خيال ظاهر ڪيا. ان بعد چيئرمين نرسنگ گولاڻي، پوپٽي هيرا نندائي، ڪنيا لال موٽواڻي، ارجن شاد، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، تيرٿ سباڻي، ڪرشن آڏواڻي ۽ ٻين پنهنجي خيالن ۽ سِڪ جو ڀرپور اظهار ڪيو. تنهن بعد مونکي ۽ زمر ڪي تنظيمن جي مکيه ڪارڪنن ۽ عهديدارن طرفان پاڪڙون - شالون پارائي، گلدستن سان نوازيو ويو. ڪيترن ئي ايڊيٽرن پبلشرن پنهنجا ڪتاب ۽ رسالا سوکڙيءَ طور ڏنا. سنڌي سڄڻن پنهنجي تقريرن ۾ منهنجي لاءِ جيڪي سِڪ پريا گفتا ٿي چيا، سي مان سڀ پنهنجي مٽڙي سنڌ جي ڪاتي ۾ وجهندس، جتي جنم پائڻ جي صلي ۾ مونکي ايڏي عزت ۽ محبت ملي. تقريب جي پڇاڙيءَ تي مون فنڪشن جي آرگنائيزرن، سنڌي سڄڻن، سنڌي اديبن طرفان ڏنل عزت ۽ مان جا ٿورا ميڃيندي اُميد ظاهر ڪئي ته نئين سياسي تبديلين تحت اسانجي ملڪن ۾ اچ وڃ جون سهوليتون پيدا ٿينديون ۽ هڪ ٻئي سان گڏجي ويهڻ جا وڌيڪ موقعا ملندا.

آخر ۾ شري هوند راج ساجناڻي ان فنڪشن ۾ شرڪت ڪندڙن جا ٿورا ميڃيا، تنهن بعد وارو آيو چانهن پارٽيءَ جو پر سڄڻن جي هجوم ۾ گهيرجي انهن تڪلفاتن ۾ پئجي نه سگهيس.

آسمان ادب جي خوبصورت ستارن، ڪلا پرڪاش، پوپٽي هيرانندائي، شاد، موهني، گنو سامتاڻي، هري موٽواڻي، ڪرشن راهي، مايا راهي، نند جويري، ڏيون پوڇواڻي، جگديش لڇاڻي، پريو وفا، جڳت آڏواڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي، ٺاڪر چاولا، گوبند پنجابي ۽ ٻين ڪيترن ئي سڄڻن جي سنگ ۽ سات ڪي خداحافظ چئي، مان رات جو ستاوڙي ڊنر ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پنهنجي ميزبانن ڏي موٽي ويس.

ٻئي ڏينهن صبح جو اديبن ۽ سنڌي سڄڻن سان الوداعي موڪلاڻيون ڪندي، سٺن ڏينهن جي حقيقتن کي خوابن جيان اکين ۾ سمائي، ڪراچي وڃڻ لاءِ ايئر پورٽ ڏي روانا ٿياسين.

ماهوار ’سڳهڙين سٽ‘ ڪراچي.
’سپون‘ بمبئي.

# ڇا سنڌي صحافت
# پنهنجو ڪردار نڀائي پيئي.....

صحافت سچ جي ڏاڪيومينٽيشن آهي. اِها اِٽلخ حقيقت هرڪو ڄاڻي، تہ سچ وِرلي ئي ڪنهن کي وڻندو ۽ هضم ٿيندو آهي. انڪري ئي هر دور ۾ سچي ڳالهہ، سچي ماڻهو ۽ سچي صحافت کي سنگسار ٿيڻو پوندو آهي، جو تہ سچ ڏانهن ويندڙ سيئي راهون ڏاڍيون آڙانگيون ٿينديون آهن، جن تي پنهنجي سر جو سانگو لاهي ڪي ارڏا ۽ بلند حوصلي وارا ئي قدم ڌرڻ جي جرئيت ڪري سگهندا آهن. جنهن صورتحال ۾ اسين جيئون ٿا ان جي پيش نظر جڏهن ڪوبہ فرد يا ادارو پنهنجو ڪردار سولي ريت نڀائڻ واري گيرنٽي ڏيڻ جي پوزيشن ۾ ناهي، تڏهن رڳو سنڌي صحافت کي ٺُنبي ڪهڙو ڪيپ ڪٽبو.

ڪو وقت هو، جڏهن صحافت جو نالو ڪنڻ سان ذهن ۾ سچ، صداقت ۽ ڪمٽمينٽ جو تصور ٿي اُڀريو، پر اڄوڪين ڪمرشلزم جي حالتن ۾ جڏهن صحافت صنعت جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي، تڏهن سچ ۽ صداقت بہ ڪمرشلائيز ٿي پيا آهن. ڪهڙو سچ وڪامبو ۽ ڪهڙو نہ، ڪهڙي خبر ماڻهن کي چرڪائيندي ۽ ڪهڙي مزو ڏيندي، ڪهڙي ايڪٽرس جي ڪهڙي تصوير ماڻهوءَ کي اخبار خريد ڪرڻ تي مجبور ڪندي..... ان قسم جي ڪمرشلزم مان ئي yellow جرنلزم جنم وٺندي آهي. اهڙي صورتحال ۾ سنڌي صحافي پنهنجو صحيح ڪردار نڀائڻ ۽ صحافت جي پيشي جون گهرجون ڪيئن پوريون ڪري سگهي ٿو.

جڏهن ڪا شئي صنعتي ميدان ۾ ٽپي پئي تہ پوءِ ان جو 'نصب العين' فقط ۽ فقط پنهنجو مفاد ۽ ڪامپيٽيشن ئي هوندو، عوام جي ٻيڙي ٻُڏي يا تري ان سان تہ ڪنهن جي ڪا رَبي نہ خريفي.

خبرون عالمي، ملڪي يا غيرملڪي هجن، سچي صورتحال تي جائزا ۽ تبصرا هجن، اهي سڀ ڪنهن مرچ مصالحي واري ٽِرلنگ هيڊنگ اڳيان ٽيچ آهن. "هن جي

بہ ٻڌو“ يا ”ذليخا سان ظلم ٿي ويو.“ ”مٺل پوڙهو جيئرو ٿي پيو.“ ”ڳاڙهي بازار جي سدا سهاڳڻ جي آپ گهات جو معمو.....“ اهي ۽ اهڙي قسم جون فرنٽ پيج تي جاءِ ولارينداڙ بي شمار خبرون عوام جي ذهني معيار جي گراف کي مٿي کڻي وڃڻ جي بدران، هيٺ پيون آڻين. ائين ٿو لڳي تہ ڪنهن سنڌي اخبار کي ڪامياب بنائڻ لاءِ جيڪي چار پنج شيون ضروري هجن، سي آهن سِري ديوي يا ماڌوري جا فوٽا ۽ سندن ’اقوال زرين‘، ڌاڙيلن جا ڪارناما ۽ سندن لکيل خطن جا عڪس، هر ٽِيري مَٽيري پارٽيءَ جا پريس رليز ۽ ترديدي بيان، جوڏن پاران ڪيل ’وقتائتي‘ فيصلي جي آجيان ڪرڻ وارن جي نالن جي لانڊ، ورسين ۽ سالگرهن ۾ شرڪت ڪندڙن جي اسم مبارڪن جي هيڪاندي ڏيگهہ، مرحياتن جي عذر خواهيءَ لاءِ پير پرڻ وارن جي ڪلنگين ۽ خطابن جا پَچ.... جيڪي ڌهن نالن جي جاءِ والاريندا، جڻ ڪين ڏپ هجي تہ جي هڪ خطاب بہ گهٽ ٿيو تہ سندن حيثيت گهٽجي ويندي.....

ميجي بہ ڪٿي تہ پڙهندڙن جي اها گهرج آهي پر صحافت جي پيشي جي تقدس جون بہ تہ ڪي گهرجون آهن.

اڳي ڇهرين خبرن جا چشڪا وٺڻ لاءِ سنڌي سباجهڙا شام واريون ’درباري‘ اخبارون پڙهيو پيا پنهنجي پاڙ لاهيندا هئا، پر هاڻ اسين لاشڪ تہ ان ڏس ۾ ميجي مانيءَ وارا ٿي پيا آهيون جو صبح هجي يا شام، اخبارن جي شوقين هر سنڌيءَ جي هٿ ۾ اخبارن جا ٿها ڏسبا.

بهرحال سنڌي صحافت عوام کي شعور ڏيڻ وارو ڪردار تہ الائجي ڪيترو نڀايو آهي، ان تي تہ ڪو باباءِ صحافت يا ڦڙپاٽي سياستدان ئي باريڪ بينيءَ سان روشني وجهي سگهي ٿو، پر اهو سو ضرور ميجبو تہ عوام ۾ مطالعي جو ’ذوق‘ وڌائڻ ۽ پيدا ڪرڻ ۾ سنڌي صحافت واهہ جو ڪردار نڀايو آهي.

هونءَ ڏسجي تہ صحافت تہ پري جي ڳالهہ آهي، ڇا اسان وٽ ڪنهن بہ فرد يا اداري کي پنهنجي مرضيءَ سان ڪردار نڀائڻ ڏنو ويو آهي؟ ان جو جواب گهڻو ڪري نہ ۾ ئي ملندو، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ هرفرد، هر ادارو آزاد هوندي بہ يرغمال آهي. ٻئي ڪنهن جو مثال ڏيڻ کان اڳ ويچاري موڊ جي طابع ڪنهن ڪِريٽو رائٽر کي ئي ٿا وٺون، جنهن کي حالتن هٿان دل تي جبر ڪري ڇا ڇا نہ ٿو لکڻو ۽ ڪرڻو پئي، جو سرجڻهار مان ڦري جڻ ’خاتو خبردار‘ ٿي پيو آهي. ڪهڙي خبر تہ هي مضمون بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هجي.

مسئلو ڌاڙيلن جو هجي، تعليم جي تباهيءَ جو هجي، سياسي هجي يا صحافت جو، هر مسئلي ۽ مامري جي نشاندهي ڪرڻ ۽ ان جو حل ڳولائڻ لاءِ پنهنجا سمورا تخليقي ڪم اڌ ۾ رولي يا مرڳو انهن جي تڪميل جو ئي آسرو

لاهي، آڏوهيءَ جي سپرد ڪري، اديب ڪي مومي فرض نڀائڻ لاءِ مجبور ڪيو ٿو وڃي، ٻي صورت ۾ هو غدار اعظم آهي. اصولن تيڻ ائين گهرجي ته ڏاڙيلن جي تباهين تي روشني وجهڻ لاءِ نامياري پاتاريدارن، برک وڏيرن، گڙنگ زميندارن، نانءُ چڙهئي پوليس آفيسرن ۽ سندن سرپرستن ڪان سيمينارن ۾ مقالا پڙهائجن ۽ ڪنهن ڏاڙيل ٽولي جي نمائندي ڪي به پنهنجي بچاءَ ۾ ڳالهائڻ جي نيئڊ ڏجي.

تعليم جي تباهيءَ جو تڏو ويڇائڻ مهل به رڳو تمغہ يافتہ ماهر تعليم دانن، ماسترن ۽ شاگردن ڪي پاڻ ۾ ويهي مسئلو حل ڪرڻ گهرجي. ساڳيءَ طرح ڪالا باغ ۽ روهہ رلڻي بيهارين جي روڻي ڪان ويندي صحافت جا سور پڻ به اهڙا موضوع آهن، جن تي ان سان لاڳاپيل فرد ئي بهتر نموني ڳالهائي ۽ لکي سگهن ٿا.

اڄ جيڪڏهن صحافت تباهہ ڪن حال تي اچي رسي آهي ته ان جا پنجاهہ پرسينٽ ذميدار اُهي ڪامريڊ ۽ جوڌا آهن جيڪي پنهنجي خبرن، بيانن ۽ پريس رليزن ڪي ئي صفحن تي سينگاريل ڏسڻ ٿا چاهين، باقي ٢٥ پرسينٽ آهن اخبارن جا اهي مالڪ، جن ڪي صحافت جي 'ص' جي به ڄاڻ ناهي ۽ هو صحافت جي ڪاروبار جو ڄار وسيع ڪان وسيع تر ڪري ان صنعت جي وڏاري لاءِ پاڻ پتوڙي ڪڳل ميڙڻ ۾ مگن آهن، تنهن بعد تباهي جو ذميوار آهي اهو عوام جيڪو ان صنعت ڪي هٿي پيو ڏي. ان مان ثابت ٿيو ته ويچاري صحافت بظاهر آزاد هوندي به گهڻي حد تائين مجبور آهي، ڇو ته هو جهڙي ريت پنهنجو ڪردار نڀائڻ چاهي ٿي، اهو ان ڪي ٿو نڀائڻ ڏنو وڃي. صحافين تي تشدد، صحافين جو اغوا، صحافين ڪي ملندڙ ڌمڪيون، اخباري آفيسن تي حملا، ٻيچ ڊاهہ ۽ ٻاهيون، اسانجي صحافت ڪي تباهيءَ ڏي ڌڪڻ جا بدترين مثال آهن، جن جي جيتري به مذمت ڪجي، گهٽ آهي.

'سهڻي' ميرآباد

# نوان هٿيار

چوندا آهن تہ 'روئڻ عورت جو سڀ کان وڏو هٿيار آهي.' ان عالم آشڪار حيثيت واري چوائيءَ سان مون کي ڪو اختلاف نہ سهي؛ تہ اتفاق بہ ناهي.

پر لفظ 'هٿيار' ۾ جيڪو بي رحم طنز شامل آهي، اهو معاشري جي مير، يعني مرد جي اجتماعي سطح تي ڏنل فتوا جي باوجود، سيني عورتن سان لاڳو نٿو ڪري سگهجي؛ ڇو تہ هر عورت ۾ مانگر مڇ جهڙي ڪردار نڀائڻ جي صلاحيت نہ ٿيندي آهي.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ لڙڪ بہ اکين ۽ دل جي ازلي رشتي جيان عورت ذات جي وجود جو هڪ حصو آهن..... دل تي ڪا چوٽ لڳي تہ وڏ ڦڙو جهل ئي نہ ڏيندو. زندگيءَ جي نتهڻ اُس ۾ هلندي هلندي خوشيءَ جون ڪي ساعتون ڇپر ۽ ڇانوَ بڻجي وڃن تہ اُتر جي هير جهڙا ڪومل جذبا بوند بوند ٿي نيڻن مان بَرسي پوندا آهن. تنهنڪري انهن کي 'هٿيار' ڪوٺڻ ڪنهن بہ حالت ۾ جائز ناهي. البت عورتن وٽ دانهن ڪُوڪن جو اهڙو خطرناڪ ۽ پاورفل هٿيار آهي جنهن جي قهر ۽ غَضب سان لوهي ديوارن ۾ بہ ڏار پئجو وڃن. هونءَ تہ ان هٿيار جو مِس يُوز اڪثر گهرن ۾ ٿيندو ٿو رهي پر ان جي يُوز فُل هئڻ جي سڀ سوڌو ثابتي تازو وحدت ڪالوني ۽ لطيف آباد ۾ لڳل ڌاڙن جي اخباري خبرن مان ملي ٿي، جنهن موجب گهر ڌڻياڻين ان هٿيار جي استعمال جو ڀرپور مظاهرو ڪندي اهڙا تہ وٺي هَلَ ڪياجودهشت گرد ڌاڙيل واٺرا ٿيندي 'آيا سگن لاءِ ڪن بہ ڪپائي ويا' چوائي، پنهنجي موٽر سائيڪل بہ ڇڏي، پيرين پنڌ وٺي ڀڳا.

ڌاڙيلن کي هيسائي ڀڄائڻ جا واقعا ٻڌي ۽ پڙهي هيانءَ کي ڪي قدر ڏڍ مليو، شڪر جو عورتن جي ان قدرتي هٿيار سان اڃان ڪو لائيسنس لاڳو نہ ٿيو آهي. هاڻ جيڪر پُرامن شهرين کي پنهنجي حفاظت لاءِ هٿيار رکڻ جو لائيسن نٿو ملي تہ ڀل نہ ملي.

هونءَ بہ 'ٽانگهي ۾ ٽاٽي ٻَڌ پنهنجو ترهو، اونهي ۾ آٽي ڪونہ ڏيندءِ ڪو ٻيو.' جيان اڄ جي حالتن ۾ انسان کي پنهنجي بچاءُ لاءِ پاڻ ئي هٿ پير هڻڻا پون ٿا، باقي اعليٰ حاڪمن جي اهڙن بيانن پويان لڳبو تہ، 'هاڻ وڏيڪ دهشت گردي جي اجازت نہ ڏبي' تہ ماڳهين خلق ويندي ڪُٺندي ؛ مور ويندا مري، هنج نہ رهندا باقي.

اِها 'اِجازت نہ ڏينداسين' واري ڳالهہ بہ ڪيڏي نہ ڪِل جهڙي آهي، جيڪا هر اعليٰ عملدار ۽ ان جي صلاحڪار جي مِتَ ۾ ڪَتمڻي جيان پئي هوندي آهي، جنهن مان اهو پيو ظاهر ٿيندو تہ جڻ اڳ ۾ بہ هو دهشت گردي مچائڻ لاءِ اجازتون ڏيندا رهيا آهن جو هاڻ 'وڌيڪ اجازت' ڏيندي موڊ تو خراب ٿين. بهرحال هنگامي حالتن جي پيش نظر عورتن کي گهرجي تہ هو 'ضرب مومن' وارين جنگي مشقن جيان ڪڏهن ڪڏهن واويلا مچائڻ جون مشقون بہ جاري رکنديون اچن نہ تہ سندن دفاعي صلاحيتن کي زنگ، بلڪ 'ڪنگي' لڳڻ جو شديد خطرو ٿي سگهي ٿو. گونگي گائين صابرين صفت عورتن کي پڻ ان ڏس ۾ ترت ۽ تکڙا اُپاءُ وٺڻ گهرجن. دهشت گرد ڌاڙيلن ۾ ٿوري بہ غيرت يا مردانگي هوندي تہ عورتن جي هٿان خوار خراب ٿيڻ کان پوءِ ٻيهر اهڙي جرئيت ئي نہ ڪندا، پر جي هوندا حسبي نسبي لوَسي نسل جا رولو ۽ ڦورو تہ سندن نيت ۾ فتور جي ڪير ضمانت ڏيندو؟ ان لاءِ ضروري آهي تہ 'ڪروڙين رپين' جا قيمتي انعامات، معاف ڪجو 'قيمتي سامانات' جهڙوڪ هيرن جواهرن جا جڙائو قديم ڏندا، سچي سون مان جڙيل پيتيون ۽ تاريخي نوعيت جون ٻَڌن جهڙيون مَنڊيون، جڙائو بازو بند ۽ ڪمر بند وغيره اڪِثي لاءِ گهرن ۾ نہ بلڪ حب الوطنيءَ جو ثبوت ڏيندي عجائب گهرن ۾ رکائجن، باقي گهر ۾ ڪا ٿوري گهٽي هزارن جي رقم رکيل هجي تہ مڙئي خير آهي، ڪو ڏکيو ٻکيو ۽ بنهہ وَئيل جو ماريو ڌاڙيل هوندو جيڪو هزارن جو ڌاڙو هڻي پاڻ تي خلق کلائيندو. ڇو تہ اڄڪلهہ جو زمانو رڳو ڪروڙن جون ڳالهيون تہ ڪري، لک تي تہ ڪنهن مک جي بہ اک نٽي ٻڌي. دراصل ريفل ٽڪيٽن پيسي جي ايڏي تہ ويليو ڪيرائي ڇڏي آهي جو هڪ مسڪين طبقي جو فرد بہ اونڌا تارا ڪري ايئن پيو ڪروڙن جون ڳالهيون ڪندو ڄڻ هيلتائين لک لٽائي چڪو هُجي، توڙي جو هوندس هَڙَ ۾ ٽڪوئي ڪين.

رات ڏينهن 'ڪروڙون رپي ڪي نقد انعامات' جو آلاپ ٻڌي هر ڪنهن جي دماغ تي نفسياتي طرح ڳرين رقمن جو نشو ڇانئجي ويو آهي، ريڊيو آن ڪريو تہ اَمالڪ 'ڪروڙون روپي' وارو طويل ترين اشتهار اچو ڪرمن ۾ لڳي، ٽي- وي کول تہ اتي بہ ڪروڙ ڪروڙ جي ڪِيهہ پئي پوندي، اخبارن جا صفا ڏسو تہ انهن ۾ بہ ڪروڙن جي پچار. انهن حالتن جي اثر هيٺ وڏا تہ وڏا ننڍا نيٺا بہ راتو رات ڪروڙن جو وارث ٿيڻ جا خواب پيا ڏسندا آهن. تنهن ڏينهن اهڙي ئي هڪ خواب تي پَٽ کي سمجهائيندي چيم، "پاڻ سفيد پوشن کي اهڙا خواب نہ ڏسڻ گهرجن." تہ ڏاڍي اسٽائيل مان ٺهہ پهہ وراڻيائين، "مان تہ برائون پوش آهيان." ۽ مان هَن جي برائون رنگ واري پوشاڪ ڏي ڏسندي رهجي ويس.

سهڻي، حيدرآباد

# رونشو تماشو

ويچارا ٻارڙا پنهنجو مستقبل سڌارڻ لاءِ "ڪانوينٽ" جهڙي اسڪول ۾ سولو سڌو "انگريزي ميڊيم" ۾ ابتدائي تعليم پيا حاصل ڪندا ته متائن اوچتو اچي گهل چڙهندي ته انگريزي ختم ڪري ڪين مادري زبان ۾ تعليم ڏني وڃي. البت وڏن ڪلاسن جي شاگردن سان مترڪ تائين اها پابندي لاڳو نه رهندي، پر آئينده لاءِ سڀ جو 'ميڊيم' مادري زبان ۾ ئي رهندو. ان اعلان تي مائٽ، پنهنجي ٻارن کي اردو يا سنڌي ۾ تعليم ڏيارڻ تي مجبور ٿيو وڃي. جڏهن ٻار ٻه ٽي ڪلاس پڙهي وٺندو ته وري اختياري وارن کي جوجڪي ايندي. حڪم ڏيندا ته مادري زبان سان گڏ انگريزي ميڊيم به قائم رهندو، پر جن معصوم سنڌي ٻارڙن کان زوريءَ انگريزي ميڊيم ڇڏائي، مادري زبان ڪٽائي وئي، سي هڪ دفعو وري رولڙي ۾ اچي ويندا. ڇاڪاڻ جو اسڪول طرفان سنڌي اسٽاف نه هئڻ جو عذر ڏيئي ڪين هٿي اسڪول جا در ڪڙڪائڻ جو ڏس ڏنو ويندو. ٻي حالت ۾ ڪين انگريزي يا اردو ڪڻڻ لاءِ چيو ويندو. سوچڻ جهڙي ڳالهه آهي ته جن ٻارڙن کي انگريزيءَ کان آتاري وري سنڌيءَ ۾ ئي ابتدائي تعليم ڏني وڃي سي وري اڳيئن ڪلاسن ۾ انگريزي يا اردو ميڊيم ۾ ڪيئن تعليم حاصل ڪري سگهندا. اهڙيءَ طرح ٻار رولڙن ۾ اچي بلڪل در بدر ٿيو وڃي. مائٽ هر سال منت ميڙ ڪري، ذلتون سهي، سنڌي ميڊيم جاري رکائڻ ۾ ڪامياب ته ٿيو وڃن پر ٻارن جي پاس ٿيڻ جي خوشي خاڪ ۾ مليو وڃي. ڇڻ ته خيراتي تعليم حاصل ڪندا هجن. احساس ڪمتري جي پيڙهه جو پهريون پٿر به در حقيقت ان مهل ئي سندن ذهن جي ڪچيءَ زمين ۾ نفرت جي لپي سان رکيو ويندو آهي.

******

ڪي ڏينهن ٿي- وي اناؤنسرن تي ميڪ اپ نه ڪرڻ جو ڪوپ ڪتو هو. ويچاريون ڦلهڙا منهن ڪيو پيون اناؤنسمنٽ ڪنديون هيون. وري اوچتو ئي اوچتو پاڻ مرادو اها رڪاوٽ دور ٿي وئي ۽ هو هيڪاندي آب تاب سان ظاهر ٿيون. ان ٿوري وقت جي پابندي وجهڻ واري تماشي مان سواءِ انانسر جي اصلي ۽

اپاڻکي روپ ڏيکارڻ جي، وس وارن کي ڀيو چا مليو.....

******

ٽي- وي ۾ گلوڪارن جي ناچ گاني واري انداز تي پابندي پئي ته وٽن تي رهندڙ مخلوق جيان ٿيا ٽينگ ڏيندڙ فنڪارن جي قلابازين ۽ ڪرتبن کي به ٻنجو اچي ويو. هو ٻانهون ٻڌي آيا ٿي يا مجبور ۽ معذور نموني ڪرسيءَ تي ويهي ائين گيت ڳائڻ لڳا ڄڻ ڪو نوحو پڙهندا يا ماتم ڪندا هجن. پر جڏهن کان 'فارن فيم' واري سلميٰ آغا ۽ نازيه حسن وارن، ان ساڳي ٽي- ويءَ تان ناچ جا نت نوان انداز ڏيکاريا ته اهي پابنديون به پنهنجي موت پاڻ مري ويون ۽ ڪيترائي نوان رنگ ڏسڻ لاءِ مليا. ڀيو ته ٿهيو پر 'پنڊ پهڻ سسٽرز'، جن جو بنا اک ڇنيڻ جي سڌي ٿوٽيءَ جيان ڳائڻ جو عالمي رڪارڊ هو، تن ۾ به زندگيءَ جا سنها آثار نظر آيا ۽ سندن مصري ممين (Mummies) وارن ساڪت چپن تي به مرڪ ڏٺي وئي ..... اها به جيئري جاڳندي مرڪ ۽ نه ايئرهوسٽيس واري ڦڪي ڦيڪاريءَ واري ڏند شيڪ.

مَوڪي متر ٻڌجي ڳائڻ واري مائي مهناز به نه رڳو ڇهڪڻ ۽ ڇمڪڻ لڳي پر سورنهن سينگار ڪري، اوچتو ئي اوچتو 'ادائن' جا مَڏا تير هٽي سڀ کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيائين ..... مزو ته اهو جو حميرا چنا کي به اشارا ڪندي ڏٺو ويو. هاڻ ڇوڏا به ڳالهائن ٿا.

ڏهيب حسن کي جهومندي ۽ نچندي ڏسي، عالمگير ۽ شهڪي سميت مڙني مرد گلوڪارن جي به ڀيڪهي متي جو انهيءَ جي صدقي ئي سندن بند خلاص ٿيا ۽ موقعي جو فائدو وٺندي، اڳ کان اڳرا ٿي هڪ ٽنگ تي بيهي رهيا آهن نچڻ ۽ وڃن پيا ليڪو لتاڙيندا جو بنا ڪنهن حياءُ ۽ شرم جي، گلوڪارائن سان گڏ، فلمي هيرو هيروئن جيان هٿ هٿ ۾ ڏيئي اکين ئي اکين ۾ هيجان انگيز ادائن سان دوگانا ڳائڻ شروع ڪري ڏنا اٿن.....

ڪيڏانهن ويون اُهي اشارن ۽ ادائن تي پابنديون جنهن سان مذهب جا اصول مجروح ٿي ٿيا!

******

رونشن تماشن جا فيصلا ڪندڙ معتبرئي فارين فيم کانْ مرعوب ٿي پنهنجي ڪيل فيصلن تي قائم نٿا رهي سگهن ته ويچاريون عورتون، جن جو عقل ئي بقول اڪابرن جي ڏائي ڪڙيءَ ۾ آهي، سي جي ڪٽي فارن ڪپڙي يا پرفيوم کان متاثر ٿيون ته ڪهڙو عظيم گناهه ٿي پيو.

مٿي کي رئي يا پوتيءَ سان ڍڪڻ جي پابندي به رڳو ٽي- وي انائنسرز يا ڪمپيئرز لاءِ آهي. ڄڻ ته ڊرامي وغيره ۾ ڪم ڪندڙ عورتن کي مٿا ٿين ئي ڪونه

يا وري سنڌ جون عورتون هجڻ به ويس ڏاريءَ جو حصو آهي! پر شاهه سائين چوائي ٿو:

’ماندي ٿي نه مارئي، تنهنجو الله ئي آهي
سَوُن ورهين جا ڏکڙا لحظي ۾ لاهي.‘

سو اهو فيصلو به پوئين پساهن ۾ پيو پسجي. اناونسرز ۽ ڪمپيئرز جا روا هوريان هوريان پٽ تي سرڪندا، هاڻ ’هيئربن‘ ۾ اچي اٽڪيا آهن. شايد ته اهڙي همت به هو ان ڪري ساري سگهيون آهن جو پابنديءَ سان مٿو ڍڪيندڙ ڪن خاتون سياستدانن جا روا به هاڻ مٿي تان ڍرڪڻ لڳا آهن. جو ته سياسي نشستن تي مڪمل طور سنڌن قبضو ٿي چڪو آهي، جنهن ڪري في الحال نه اٿن لهر نه لوڏو. پر جيڪي ان پڙ ۾ پير پائڻ لاءِ اجان واجهائي رهيون آهن، آهي سياسي تقريبن ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ رون کي جڻ ته ڪلين ۽ ڪوڪن سان مٿي تي ٽوڪيو اچن، پوءِ قارين ۾ پلي ڪٽي جينز ۽ سليوليس بلائوز ۾ همبوچيون هٿنديون وتن!
زماني جي رفتار سان جينز بلائوز پائڻ ڪو ڏوهه ناهي. مغربي تعليم، جديد فيشن ۽ ترقي پسند دور ۾ اهو آهي ته عهدي يا اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ سان گڏ ٻين سان به فراڊ ڇو ڪجي ۽ صرف وقتي طور ’نيڪ پروين‘ بنجي ايڏي پارسائي جو ڏيک ڇو ڏجي؟

******

ڪردار، افعال ۽ اخلاق جي تعمير رڳو رئي پائڻ سان نه ٿيندي آهي. پوءِ به جي اهڙا حڪم صادر ٿين ته سڀ لاءِ ساڳيا هجن. رڳو هڪ ڏر يا فيلڊ تي پابندي وجهڻ سان حالتون وڏي حد تائين مشڪوڪ بڻجيو وڃن ته انهن سان نيٽ کهڙي ويڏن آهي..... ڪاليج يا يونيورسٽي ۾ گڏيل تعليم حاصل ڪندڙ ڇوڪريون توڙي ٽيچرز، رون ۽ چادرن جي چوديواري ۽ گهيري کان آزاد ۽ آجيون نظر اينديون، جڏهن ته مذهبي اصولن جي خطري ۽ انديشي جي پيش نظر انهن کي وڌيڪ ويڙهجي سيڙهجي پارسل ٿي رهڻ جي ضرورت آهي، نه ڪي ابتدائي تعليم حاصل ڪندڙ معصومڙين کي، جيڪي صبح سان گهر جون ڏوتل، ميرانجهڙيون ۽ مروٽيل اڇيون چادرون ۽ روا اوڍي، ڪنهن اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ نه، پر ڇٽڪ وڏ گهراڻ گهرن ۾ ٿانو پوچو ۽ ٻهاري ڪرڻ لاءِ ويندي نظر اينديون آهن.

******

ٽي- وي ڊرامن ۾ ايڪٽنگ دوران نامحرم مردن کي هٿ لڳائڻ تي ٻهريائين ته ڪا پابندي نه هئي، پر اڳتي هلي ڪنهن نازڪ خطري تحت، اها پابندي وري جاري ڪئي وئي. اڄڪلهه اها ختم ڪئي ويئي ٿي ڏسجي، جو مرد، ڪردار، سين جي صورتحال مطابق عورت ڪردار جي چوٽي جهلي ڪيس ڪٽي سگهي ٿو.

جڏهن ته عورت کي به مرد ڪردار جا گوڏا يا پير جهلي، ان تي مٿو رکي ڳڙ ڳڙائي ۽ پنهنجي بي وسي ظاهر ڪرڻ ۾ ڪا جهل پل ناهي. البت فلم جي فيلڊ ۾ شروع ڪان ئي اهڙي ڪا پابندي عائد ناهي ٿي. شايد ته فلم اسٽارز، ٽي- وي اداڪارن جي مقابلي ۾ 'بي ضرر' آهن. يا وري ٽي- وي جي پيٽ ۾ فلم گهٽيا ادارو ڪري ليکجي ٿو. جنهن صورت ۾ ٻئي ادارا ملڪ جي امانت آهن، ٻنهي جو تعلق فن سان آهي، ته پوءِ اهو فرق ڇو، جنهن ڪري ساڳيو فن هڪ هنڌ جائز ۽ ٻي هنڌ ناجائز ٿيو پئي.

******

سلميٰ آغا، جنهن جي پاڪستان سان ائين پيڙهيءَ اٽ ۽ ماڪوڙو ماسات جيتري لچ مس آهي، تنهن کي محب وطن پاڪستاني ثابت ڪرڻ لاءِ ويهن ئي ننهن جو زور محض ان ڪري لڳايو پي ويو، جو اها پري پيڪر مَلڪان ملڪ مشهور ٿي چڪي آهي. ان ڏس ۾ ڪيس ايترو ته چوڪنيو جڪڙيو ۽ ڀڏو ويو جو لاچار ٿي هو پاڻ کي پاڪستاني چوڻ تي مجبور ٿي وئي. پر برطانيه مان شان موسيقي جو اعزاز حاصل ڪرڻ بعد سچي ڳالهه هن جي زبان تي بي اختيار اچي وئي ته هو صرف ۽ صرف هندستاني آهي. هندستان ئي هن جي سڃاڻ آهي ۽ اتان ئي ڪيس عزت مانُ ۽ مرتبو مليو آهي ..... هوءَ جي پنهنجي اڳوڻي بيان تان ڦري وئي ته ان ۾ سندس ڪهڙو ڏوهه؟ حقيقت ته بهرحال جيڪا هئي سا هئي. اسان جا سياستدان وري ڪهڙو پنهنجي بيان تي قائم دائم پئي رهيا آهن؟ سنڌ ۾ شاگردن جا همدرد بنجي سندن مسئلا حل ڪرڻ جا واعدا پيا ڪندا ته وري واري وٽيءَ تي هندو مسلم ۽ سک، عيسائي سڀ ڀائي ڀائي چئي سنڌ جي مسئلن کي ٽپي پاسيرو ڪري رکندا. سياستدان، عوام جون دليون ٽوڙڻ، واعدو ٽوڙڻ، ايتري قدر جو پنهنجا اصول ٽوڙڻ ۾ به دير ڪونه ٿا ڪن ته بحيثيت فنڪار، سلميٰ آغا ڪنهن جي دل ته ناهي ٽوڙي. پاڻ کي وقتي طور پاڪستاني سڏائڻ به هڪ طرح سان اُنهن ماڻهن جي دل رکڻ ئي هيو جيڪي ڪيس پاڪستاني، پاڪستاني ڪري زوريءَ اچي چهٽيا هئا. فنڪار ته هونءَ به ڪنهن هڪ ملڪ جي ذاتي ملڪيت ناهي، هو ته ڪل جيئان جنهن زمين تي اُپري آسري ۽ رهي ٿو اهوئي ان جو ديس ۽ اهوئي ان جو ويس بڻجيو وڃي.

سلميٰ آغا کي هٿن مان ويندو ڏسي، وري نازيه ۽ ذهيب حسن وارن کي مشرقي روايتن جو پاسبان ڪوٺيندي، محب وطن پاڪستاني ثابت ڪرڻ لاءِ پلاٽينم ڊسڪ جو چڪمو ۽ طعامو ڪري ڏانهن اُڇليو ويو. اُن ۾ ڪو شڪ ناهي ته ماضيءَ ۾ سندن تعلق برابر پاڪستان سان ئي هو. هاڻ هو حضور شرميءَ ۾ پاڻ کي سڏائين به ائين ٿا پر سچ پڇجي ته ڪين وڏيڪ فخر وري به هندستاني ۽

لنڊن جي شهريت يافته سڏائڻ ۾ ئي ٿئي ٿو.

ٿورا ڏينهن اڳ هندستان ۾ نماز نه اچڻ جو بيان ڏيڻ ڪري، انهن جي پڻ سلمىٰ آغا جيان ڌرئون ڦٽي هئي. پر بروقت ترديدن سان سندن ساک سنڀلجي ويئي. تنهن ڪري اهڙي 'فارن مال' کي ٿيو هٽي پنهنجو چئجي ٿي ڇو، جو وري ساڳين فنڪارن جون سرخين ۾ گلائون ڪرٽيون پون. ڇا اسان جا پنهنجا فنڪار ان لائق ناهن ته انهن تي فخر ڪجي؟ هي ڪو هروڀرو ضروري ته نه آهي ته ٻين تي دعوا ڪئي وڃي، جي اڳيئي پاڻ وڪاڻل آهن.

******

اها به هڪ روايت بڻجي وئي آهي ته سياستدان سڀگورا اقتدار ۾ اچڻ شرط، ملڪن کي نازڪ دور مان لنگهڻ جو ڇتاءُ ڏيندي بدعنوانين ۽ رشوت جي پاڙ پٽڻ جو فخريه اعلان ڪندا آهن. خبر ڪين تڏهن پوندي جو سياست مان سندن پنهنجون پاڙون پٽجي وينديون. پر اها بي پاڙي وري ڪنهن ٻي معتبر جي تقرير جو عنوان بنجڻ لاءِ دائم قائم هوندي.

رشوت اسان جي سماج جي سَنڌ سَنڌ ۾ سمائجي چڪي آهي ۽ هاڻ سندس خاتمي جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. باقي جيڪڏهن رشوت جو ذڪر فڪر ڪري خالي ڊنڊورو ڏيڻو آهي ۽ ماڻهن جي دل خوش ڪرڻي آهي ته اها ٻي ڳالهه آهي.

******

طلبون ۽ گهرجون شايد انسان جي ستيءَ ۾ ئي پيل آهن. ايتري قدر جو خدا کي به بي غرضيءَ ۽ سچيءَ دل سان ياد ڪرڻ بدران رڳو ان کان ڊمانڊ ٿي ڪئي وڃي ڇڻ نعوذباالله، هو رڳو سندن آرڊر بڪ ڪرڻ لاءِ سيٽريو ويٺو هجي! تازو ڪنهن تقريب جي پڄاڻي ۾ هڪ ملان کي ڏٺو ويو جنهن اڌ ڪلاڪ ڪن انتهائي رقعت آميز لهجي ۾ خدا کان رڙي رڙي مسلسل مطالبا ٿي ڪيا ته 'اي خدا تون هيئن ڪر، اي خدا تون هوئنئن ڪر، اي خدا.....'

دعا جي دوران ماڻهن جا مٽي ڪنيل هٿ ٿڪجي پيا. سڀ جي صورت مان صاف ظاهر هو ته هو ان روچ راڙي واري طويل دعا جي پڄاڻيءَ جا بي چينيءَ سان منتظر هئا. راه ويندي ڪو پنڌ فقير دامن جهلي لتڪي پئي ته ان کي دڙڪو دهمان ڏيئي جند ڇڏائبي آهي. هتي به برداشت جي حد ٿي چڪي هئي، سيڪو سور پيو ويٺو هو. جن اهو لقاءُ پريان کان ويٺي ڏٺو سي ڪلي ڪلي ڪيرا پي ٿيا پر ملان کي شايد ته ويڊيو ڪئميرا آڏو پهريون پيرو اچي اهي سانگ ڏيکارڻ جو وجهه مليو هو، جنهن مان هن پورو پورو فائدو ورتو. جڏهن وات مان اهو اکر ڪڍيائين ته 'اي خدا تنهنجي 'گندي دنيا' ۾ اسان کي امان ۾ رکج'، تڏهن ان

گستاخائي جرئت، پري کان اهو رونشو ڏسندڙن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. انهن ليکي تہ اجهو ٿو هال مان ڊوهجي نڪري پر اَٽي ويٺلن جو ذهن شايد تہ ايڏو سَن ٿي چڪو هو جو ڪنهن جو بہ ان گفتي ڏي ڌيان نہ ويو ۽ عزت سان رهجي آيس، نہ تہ ڪنهن جي ڇا مجال جو قادر جي قدرت کي 'گندو' ڪوٺي.

'لطيف' - ڪراچي

# رونشو تماشو

پاڪستان جي شروعات ۾ جڏهن اسان وٽ اسلامي جوش ۽ خروش اڃان نئون هيو تہ ان زماني ۾ سرڪار طرفان روزه رکڻ بجاءِ روزي جي احترام رکڻ تي گهڻو زور ڏنو ويندو هيو. هوٽل ۽ ريسٽارنٽن ٻاهران پڙدا لڙڪايا ويندا هوا، جيئن اندر ويٺل گراهڪن جون خوراڪي ڪارروايون ٻاهرين جي نگاهن کان محفوظ رهن. ان ڏس ۾ هڪ اخبار ڪارٽون پڻ ڇاپيو هيو، جنهن ۾ ڏيکاريل هيو تہ هڪ هوٽل اندر ڪيئي ماڻهو کاڌو کائي رهيا هوا ۽ هوٽل جي دروازي مٿان اڌ گز ڪن ڪپڙو لهرائي رهيو هو، جنهن تي وڏن اکرن ۾ لکيل هيو تہ "ڪپڙي جي قلت هوڻي باعث رمضان ڪا پورا احترام نہ هو سڪا. قارئين معاف فرمائين".

اڄڪلهہ اهو احترام وارو اصول اسان جي قومي پاليسيءَ ۾ بدلجي ويو آهي ۽ تہ اندرين خاني، اوهان جو ڪجهہ بہ ڪيو اوهان جي مرضي. پر ظاهري طور دين اسلام جي نمائش ضرور ڪريو. ڀوءِ ڏيکاءُ ئي سهي. ٻين اکرن ۾ تہ ٻاهريون ليبل اصلي مال جو هجي پر اندر مال نقلي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو اوهان کي ٽي- وي. ريڊيو، اخبارون، اشتهاري پوسٽر يا عام رستن تي حديثون ۽ آيتون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ اينديون پر عملي زندگي ۾ آزمودو ڪجهہ ٻيو پيو ٿيندو.

* * * * * *

عالمگير شهرت رکندڙ پاپ ڳائڻ، نازيہ حسن ۽ زهيب حسن، ڀنهي کي انعام طور "پلاٽينم ڊسڪ" حاصل ڪئي اڃان جمعو جمعو اٺ ڏينهن بہ مس گذريا آهن تہ مٿن سماج ۽ مذهب جي ٺيڪيدارن حملا شروع ڪري ڏنا آهن. وقت بوقت فتوائون جاري ڪيون ٿيون وڃن تہ پاپ ميوزڪ جي رومانوي انداز ۾ ڳائڻ فحاشي، بيهودگي ۽ بيحيائي آهي. هڪ مولانا صاحب تہ بيان جاري ڪري ڇاڏيو آهي تہ اسان وٽ پاپ ميوزڪ وارو اڪيلو ئي رشتو هيو جو ماڊرن بي حيائي جي وهڪري کان بچيل هيو ۽ هاڻ ان پاڪيزه ناتي کي بہ جنسيات جي چڪر ۾ آڻي پليد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي. جي واقعي ئي اها فحاشي آهي تہ ڀوءِ فن

جي آڙ ۾ عورتون غير مرد ائڪٽرن سان رومانوي ڊراما ٿيون رچائين ۽ مردن جي ڇاتي تي ڪنڌ لاڙي ڊائلاگ ٿيون ٻولين ته انهن کي فحاشي جي کھڙي دائري ۾ رکيو ويندو؟ وري جي ڳاٽا ۽ ڳاٽيون ڪيتن ۾. ڪوهن تي ۽ ڍنڍن ڪناري ماهيا ۽ ڍولا ڳائيندا ڏيکاريا ٿا وڃن. انهن بنسبت ڪھڙو خيال آهي؟ ڇا ائين ته نه آهي ته گندگي دراصل ڏسندڙ جي اکين يا اندر ۾ هوندي آهي جا ڪيس ٻين تصويرن ۾ سمايل ڏسڻ ۾ ايندي آهي!

******

اسان وٽ ٽئڪسن ۽ بلن ۾ اڄ ڪلهه ايتري قدر اضافو ٿيو آهي جو هڪ گھر جو ياتي ته ٻارهو ٿي فقط اهي بل ڀرڻ ٻلي ٿو رهي. اڳ اهي بل فقط ٽيليفون، بجلي پاڻي گئس. هائوس ٽئڪس ۽ انڪم ٽئڪس تائين محدود هئا. هاڻ وري ان تي ۾ ٽي- وي، وي- سي- آر ۽ ريڊيو جو به اضافو ٿيو آهي. موٽر ٽئڪسون ته اجهان الڳ معاملو آهي. وري مزو اهو جو اوهان ڀلي بل ڀريندا رهو پر اوهان جو ٽيليفون آئوٽ آف آرڊر، پاڻي بند ۽ بجلي غائب رهندي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته بل باقاعده حسب دستور اوهان وٽ لهٽيدارن جيان وارد ٿيندا رهندا. جي بل غلط آهن ته به اوهان جو قصور. جي اوهان وٽ نه پهتا آهن ته به ڪنيڪشن اوهان جو ڪاٽا. پهريون اوهان بل جي رقم ڀريو پوءِ نظرثاني لاءِ اپيل ڪريو. جي اوهان جي قسمت هوندي ته اوهان کي زندگي ۾ حساب ڪتاب ملندو، نه ته شايد فردوسي شاعر وارو حشر ٿئي. جنهن لاءِ جڏهن شهر جي هڪ دروازي کان سندس شاهنامہ جو اجورو اشرفين ۾ اچي رهيو هيو ته ٻئي درواز کان سندس لاش کي دفنائڻ لاءِ مقام ڪنيو ٿي ويا.

ٽئڪس جي وٽ پڪڙ جو عالم هاڻ هي آهي جو اڳ ماڻهو محرم جي مهيني ۾ يا پنهنجي ڪنهن مرحوم بزرگ جي ياد ۾ ڳوڙها ڳاڙيندا هوا ۽ اڄ ڪلهه هر هڪ شهري، صبح شام سينو پٽيندو ۽ هنجون هاريندو ٿو رهي. بيت المقدس ۾ هڪ قديمي ديوار آهي جتي يهودي هر سال ماه شعبان ۾ وڃي روج راڙو ڪندا آهن ۽ جنهن ديوار کي (Wailing Wall) 'روج واري ديوار' سڏيو ويندو آهي. اڄ ڪلهه اتي به ٽئڪسن جو ايترو مارو آهي جو هاڻ يهودي ان ديوار بجاءِ انڪم ٽئڪس آفيس ۾ روئندا ڏٺا ٿا وڃن.

******

ويجهڙائي ۾ ٽي - وي تي شام ٽاٽي ٻن ڪلاڪن جو وقفو. يعني انٽرويل يا رسيس ڪئي ٿي وڃي. ڄاڻايو ويو آهي ته اها رعايت خاص طور روزي دارن لاءِ ڪئي وئي آهي ته جيئن هو ان مدت اندر پنهنجي روزه ڇوڙڻ ۽ تراويون پڙهڻ جو انتظام ڪري سگھن. هوندين ٽن ڪلاڪن جي سئنيما شو کي به اڏ وقت ۾

انٽرويل ڏنو ويندو آهي. آخر ٽي- وي ڪا قيد يا بند جي سزا ته نه آهي جا سانده ۽ سخت پورهئي سان ڪاٽي وڃي! پر ٽي- وي وارن اها مهرباني مائٽن تي سندن صحت خاطر يا بينائي برقرار رکڻ لاءِ نه ڪئي آهي پر اها قرباني اسلام صدقي ڪئي آهي.

ان ۾ ڪو شڪ آهي ئي نه ته اسان جي ٽي- وي وارن دين اسلام خاطر ڪيترا نه پاپڙ ويليا آهن. توڙي جو ٽي- وي، يورپ جي سائنسي ۽ شيطاني طاقتن جي ايجاد آهي ۽ جن جي هر دين ڌرم سان دشمني آهي. ڇاڪاڻ ته ٽي- ويءَ جو وهنوار آهي ئي ناچ ڳاني، ڊرامي، فلم ۽ شوبازي سان. وري ٽي- ويءَ ۾ وڏي سهوليت هي آهي ته جو پروگرام اوهان کي پسند نه اچي ته اوهان بٽڻ دٻائي ڪيس بند ڪري ٿا سگهو جو هونئن روبرو ڳائڻ وڄائڻ جي حيثيت ۾ ڪرڻ نا ممڪن آهي.

شاباس آهي ٽي- ويءَ جي صبر ۽ شڪر کي. هنن دين خاطر ڪيتريون نه پابنديون ۽ بندشون سٺيون آهن. ايترين قربانين ڪرڻ کان پوءِ به سندن خلاف شڪوه شڪايت بدستور جاري آهي. ڪڏهن ڳائڻ جي نچڻ ۽ اشارن ڪرڻ تي اعتراض آهي ته ڪڏهن خابرو ۽ خوبرو عورتن جي مٿي اگهاڙي هئڻ تي عتاب.

هاڻ جڏهن چهرو ڏسي ٿو سگهجي ته مٿي وائکي تيڻ تي اعتراض ڇو هئڻ گهرجي؟ معلوم ائين ٿو ٿئي ته ٻنهي جا ستارا پاڻ ۾ ٺهڪندڙ نه آهن بلڪ هڪ ٻئي جي ٽڪر ۾ آهن.

’لطيف‘ ڪراچي

# هڪ مشورو.....

منهنجي ڪڪيءَ کي پنهنجي سالگره ملهائڻ جو سدائين کان ڏاڍو شوق رهيو آهي. هڪ سالگره ملهائي واندي مس ٿيندي ته نڪ وري هئي ڏينهن کان ايندڙ سالگره جو انتظار شروع ڪري ڏيندي...."باقي يارنهن مهينا اناويهه ڏينهن .... باقي اٺ مهينا سورنهن ڏينهن.... باقي چار....." مطلب ته ٻارهو ئي پيو سالگره جو تذڪرو هلندو، جو ائين لڳندو ته سڄو سارو قافلي جيڏو سال هر هئي مهيني سان ڪٿو پيو آهي! ڪڏهن ته ان بي صبريءَ تي تپي چڙهيو به هوندومانس، پوءِ به سڌارو نه ٿيو ته ڪٿي ماٺ ڪيم.

ائين به ناهي ته ڪو تحفن تحائفن جي لالچ ۾ ان سالگره جو ڦنڊ ڦهلائيندي آهي، تحفا جيڪي ملندا اٿس تن جا حال ڪيس به ساريا پيا آهن. جو پوءِ اهي ساڳيا وري سندس ئي سرتين سٺ جي سالگراهن ۾ بطور'ڏيتي ليتي' يا 'بندبل گيم' جيان ڦرندا گهرندا آهن. اتفاق سان ڪا چڱي چوکي شئي ملي به هوندس ته اُها پاڻ واپرائڻ بدران، پنهنجي سموري قربن جي ورڪا ڪندي ڪٿي منهنجي حوالي ڪندي. مطلب ته 'شڪاريءَ جي ڪُنيءَ مان ڪنهن کي هوند نه شڪر' جيان، ان سالگره سان ڪنهن به قسم جي ڪا 'اپت' ٿيڻ جو آسرو نه هوندي به، پنهنجي ۽ سرتين جي خوشيءَ لاءِ اِها باقاعدگيءَ سان ملهائيندي اچي، جن کي پڻ ان سالگره جو شدت سان انتظار رهندو آهي.

سورهين مارچ تي هن سميت سندس سمورين سرتين جي خوشي ڏسڻ وٽان هوندي آهي، پر هن سال خلاف توقع سالگره جي سلسلي ۾ ڪو به ايڪشن / ري ايڪشن نظر نه آيو ته ڏاڍي تشويش ٿي پيم! نه اُها تپڻ تپائي ڏيڻ واري ڪيفيت هئي نه ئي ڦڙڦوت وجهڻ واري گرمجوشي. هڪ اڌ لکو خيال ذهن ۾ آيو ته ڪٿي منهنجي اها ڳالهه ته دل ۾ نه ڪئي اٿس، جنهن ۾ ڪيس يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان ته ٻين هٿراڊو ۽ اجاين رسمن جيان سالگره ملهائڻ به هڪ انتهائي فضول رسم آهي. پر جي هرويرو اِها ملهائڻي هجي ته راڇن ۾ رولڙا وجهڻ بدران، رڳو پنهنجن گهر ڀاتين سان ئي ملهائي دلي دعائون وٺجن....

"بهرحال، مون کي ان سلسلي ۾ ٽوڪڻ نہ گهربو هو"، ملول من سان سوچيم، ٻارن جي اها ئي تہ عمر هوندي آهي، انهن ننڍين ننڍين خوشين کي ماڻڻ جي..... سرتيون بہ تہ ڪيڏي نہ خوشيءَ مان شريڪ ٿينديون اٿس، ڪو زور زبردستي يا لاچاريءَ مان پوٽ ٻجڙو ڪري تہ ڪونہ اينديون آهن. ڪيس ائين ماٺ ماٺ ۾ رنل رنل ڏسي منهنجي اورا ڪورا تنهائين وڌي ويئي ۽ اچي پيارن مان پڇيومانس،"ڇو آمي تو پنهنجي سرتين کي نہ سڏرايو؟ سورهين مارچ جو سڀاڻو ڏينهن بہ اچي سهڙيو اٿئي. مٽان ڪا مِٺو نہ ڏينئي تہ' هيل نہ ڪو ڪيڪ ڪارايءِ".

هو خلاف توقع ڏاڍي سنجيده لڳم. فيصلي ڪن انداز ۾ وراڻيائين، "بس هاڻ ينگسٽرز سالگره نہ ملهائيندا."

"ڇو ڀلا؟ اهو مارشل لا جو ڪو نئون قانون لاڳو ٿيو آهي ڇا؟"

"مارشل لا!" هن حيرانيءَ مان نهاريو.

"ها، مان ان جمهوري مارشل لا جي ڳالهہ ٿي ڪريان جيڪا اڄ بہ ڪر ڪنيو بيٺي آهي. ڪٿي ان سالگره ملهائڻ جي رسم تي ملڪي سرمايو ضايع ٿيڻ جي 'خدشي' تحت ڪا پابندي تہ نہ وڌي وئي آهي؟ ڇو تہ ڪنهن بي ضرر ڳالهہ کي ڪڏهن بہ خطرناڪ ۽ غير قانوني قرار ڏيڻ تہ ' قانون ڪاتي ' وارن جو مَرڪ ٿيندو آهي."

"ڪو عجب ناهي تہ اهڙو وقت بہ اچي سهڙي پر حالي تہ اِها پابندي اسان پنهنجي گروپ تي پاڻ لاڳو ڪري ڇڏي آهي."

"ان جو ڪو ٿي سبب تہ هوندو؟"

"اڄڪلهہ سموريون اخبارون ڪراڙن جي سالگره ملهائڻ وارين خبرن ۽ تصويرن سان سٿيون پيون آهن."

"اهي تہ گهٽي وقت کان پيون ملهائجن."

"ها، پر هاڻ اهو سلسلو نهايت سنگين ۽ ناقابل برداشت صورت اختيار ڪري چڪو آهي، جو ڪنهن مشهور شخصيت جون، مسلسل مهيني ٻن تائين مختلف جاين تي غائبانہ نماز جنازه جيان، سالگرهون ٿيون ملهائجن. ان سبب ئي اسان جو سالگره جهڙي پياري شئي تان ارواح ڪڇي ويو آهي. تنهن ڪري اهو ناه ٿيو آهي تہ اسان مان ڪير بہ ايستائين سالگره نہ ملهائيندو، جيستائين پوڙها ۽ انهن جا پوئلڳ اهڙيون ٻاراٽيون حرڪتون ڪرڻ کان باز نہ ايندا."

ٺلهي ٺاهہ مان ڇا ورڻو آ، ڪجهہ ان جو حل بہ سوچو هوندوَ" مشڪندي پڇيم.

"حل اهو سوچو اٿئون تہ اُنهن کي جي ايڏي ريس ٿي ٿئي تہ پنهنجي

پوڙهائپ ۾ پوڙهنا جي آمرتا جو تقدس مدنظر رکندي اِڪتي لاءِ 'سالگره' کي 'پوڙهہ گره' جو نالو ڏين تہ وڌيڪ مناسب رهندو. پوءِ اها 'پوڙهہ گره' جي خوشي سال ۾ ٻہ مهينا نہ ڇا، سڄي سال جو هر ڏينهن ۽ هر پل ڀہ ڀيا ملهائين تہ اسان کي ڪو اعتراض نہ ٿيندو. آخر اسان سندن خيرخواه آهيون ڪو دشمن تہ نہ ......"

اهو ٻڌي مون کي ڪل تہ آئي پر انهن ٻارائين ڳالهين ۾ سندس گهري سوچ جون جهلڪيون پڻ نظر آيون ۽ مان بہ ڪجهہ سوچڻ بنا رهي نہ سگهيس.....

جيئرن جي سالگره ملهائڻ تہ وري بہ قابل قبول آهي پوءِ چاهي ٻڌا هجن يا ٻار، پر انهن کي ڇا چئجي جيڪي مرحومن جو جشنِ سالگره ملهائڻ کان بہ رهي نہ ٿا سگهن. جڏهن هڪ زندگي پنهنجي اختتام تي پهچي ٿي تہ ان ڏينهن کان ورسين جو وڌندڙ تعداد تہ ڳڻائي سگهجي ٿو پر زنده انسان جيان ان مئل جي زندگيءَ جو هڪ هڪ سال ڪيئن ٿو وڌجي/ گهٽجي. اها ڳالهہ عقل انساني جي تسليم ڪرڻ کان ٻاهر آهي، پوءِ تہ مئل ۽ جيئري ۾ ڪو فرق ئي نہ رهيو.

ڪنهن مرحوم جي جنم واري ڏينهن تي عقيدت ۽ احترام سان اُن کي ياد وري بہ ڪري سگهجي ٿو، پر ان قوم جوانيءَ ۾ فوت ٿيڻ واري لاءِ اِهو چوڻ تہ فلاڻي مرحوم جو نوانوي سالہ جنم ڏينهن ملهايو پيو وڃي، تہ اهو ڪٿان جو انصاف آهي. ان سان نہ رڳو مرحوم جي جوان جماڻ اميج کي ڇيهو ٿو رسي پر گڏوگڏ اها عمر بہ وڌندي وڌندي نهايت پوائتي حدن ۾ داخل ٿيو وڃي، ڇاڪاڻ جو جڳ ڄاڻي ٿو تہ انساني عمر وڌ ۾ وڌ اَسي يا نوي سال ٿئي. ان ۾ حيدرآباد جي 'ڏاڙيل مارڪہ' اخبار جي ڪارڪنن ۽ ڪمپازيٽرن جون نانيون ڏاڏيون هرگز شامل نہ سمجهيون وڃن، ڇو تہ 'انتقال پرملال' واري خبر ۾ سندن مرڻئي واري عمر اڪثر ڪري سؤ کان بہ شرطيہ طور مٿي ڄاڻايل هوندي آهي.

بهرحال، 'پوڙهہ گرهہ' واري مشوري جيان مون کي بہ هڪ حل سُجهيو. جيڪو هن ريت آهي تہ جيڪر مرحومن جي سالگره، سالن جي ڳڻپ واري انداز ۾ ملهائڻ ضروري آهي تہ پوءِ هر سال ان جي نوجواني واري تصوير ڏيڻ نہ رڳو سراسر غلط آهي، پر مظلوم ۽ پيڙيل عوام سان دوکو ۽ زيادتي پڻ، تنهن ڪري بهتر ائين ٿيندو تہ مرحوم جي چمار وڌائڻ سان گڏ تصوير ۾ بہ عمر جي تقاضا مطابق هر سال باقاعدگيءَ سان ڪا نہ ڪا ترميم يا تبديلي آڻجي. مثال طور ڇهہ ڪارن وارن کي پهريائين ڳري ڪري ڏيکارڻ، ڪجهہ عرصي کان پوءِ وري سفيد گهاٽيون لٽون ظاهر ڪرڻ ۽ نيٺ مڪمل طور مٿي کي اچو ليپ ڏيئي ڇڏڻ..... جنهن کي وري بعد ۾ جهالردار بائونڊري سان ٻلي گرائونڊ جي صورت بہ ڏيئي سگهجي ٿي..... فقط ان هڪ مثال تي ئي ڇيهہ نہ سمجهڻ گهرجي بلڪ

هوريان هوريان هر اها تبديلي ان تصوير ۾ ظاهر ڪجي جيڪا وقت گذرڻ سان لازمي طور لاڳو ٿيندي آهي، پيريءَ واري مرحلي تي پهچڻ جا مڙئي مرض ۽ چٽا پڻ تصوير جي تاثرات مان ظاهر ٿيڻ گهرجن، ان لاءِ ڪنهن اهڙي ماهر ۽ مشاق آرٽسٽ جون خدمتون حاصل ڪجن جنهن کي اڻ ڏٺي شخصيتن جون صورتون ناهڻ ۽ ان ۾ ڦير ڦار آڻڻ جو ٺاهوڪو تجربو هجي. شايد ان ريت 'پوڙهه ڳرهه' واري رونشي ۾ رتيءَ جيترو حقيقيت جو رنگ شامل ٿي پئي.

"پرڙهه ٿئي" سگهر.

# ميڪ اپ تي مارو ۽ ڪرڪيٽ ڪي وارو !

ڪنهن کي خبر هئي ته هيلوڪو سيارو ميڪ اپ تي مارو ڪندو! ٻلئي واٽئي ڳڙ ڪاڏو يا ڳئون، تنهن سان اسان کي بحث ناهي. ڳالهه هيءَ آهي ته جي ميڪ اپ کي 'ماسڪ' سان تشبيهه تي ڏجي ته ان نقطي نظر کان ڏسجي ته اسان جي ٽي- وي اناوسرز جي چهري تان اهو ماسڪ لاهي ڪين نامحرمن اڳيان ويتر بي نقاب ڪيو ويو آهي. ان کان ته چڱو هو جو انهن کي باقاعده 'شٽل ڪاڪ' يا 'قاتل حسينا' ڇاپ، ٻنيهن ٻٽڻ وارو سليوليس برقعو پارائجي ها. اهو پائي به ته نيڪ بيبيون اناونسمنٽ ڪري پئي سگهيون!! ميڪ اپ جو ماسڪ لاهي ته پاڻ وڏيڪ 'نمايان' ٿي پيون آهن. جيڪو تيڪو ويٺو مٿن ڪالم لکي ته ڪارٽون ناهي ۽ چٿرون ڪري. اڳ ته ڊڪ ۾ ڊڪيل هيون.

خير، ڪن اصولن تي ڪاربند رهڻ لاءِ ڪي ته قربانيون ڏيڻيون ئي پونديون آهن. پر ٽي- وي تان نظر ايندڙ هڪ خضاب جي اشتهار واري نوخيز حسينا الائي ڪيئن اڃا تائين ان قرباني کان بچيل آهي جيڪا پنهنجي 'اشتعال انگيز' ڪارن زلفن کي لهرائي لهرائي خضاب استعمال ڪرڻ جا سبق پئي سيکاريندي آهي. نيٺ به ڪارن زلفن جو هيئر ڪلر يعني ڪيس سان ڪهڙو واسطو؟ اڃي برقعي مان اڃي چڳ جي پڌرائي به ته اشتهار جو مقصد پورو ڪري سگهي ٿي !!

صدين کان استنجا جي ڀتر جي سرعام جيڪا 'فخريا نمائش' ٿيندي رهي آهي، سا ڀلا ڪنهن کان ڳجهي هوندي ؟ جيئن چنڊي مڱڻهار کي ڪهور مهل حاجت لڳي، تيئن انهن کي به استنجا جي طلب وچ شهر ۾ لڳندي آهي. راهه هلندي جنهن به اشراف جي نظر پوندي ته اکيون هيٺ ٿي ويندس. ڪو ٻار ٻچو اهو لقاءُ ڏسي وٺندو ته عجب کان اکيون ڦاٽي ويندس ۽ سوال ڪري ڪري مائٽ کي ڏوٽي رکندو. ان وقت مائٽ ويچاري جي پوزيشن ڏاڍي رحم جوڳي ٿيو وڃي پر استنجا ڪندڙ جي حجاب ۽ حياءَ تي ته ڄڻ ازلي ڀٽر پيل هوندا آهن. بنا بريڪ پنهنجو ' شرعي عمل' جاري رکندي اهڙو پيو ڏيک ڏيندو ڄڻ مجبوريءَ واري حالت ۾ ڏنل اجازت ته ... هي مذهب تي ٿورو ٿقيو هجيس ! ڪيس اهو احساس

بنهه کو نه هوندو ته شريعت جون به ڪي حدون مقرر آهن، سرِ راهه گهمندي ڦرندي استنجا جي 'سرڪس' ڪيڻ لاءِ ته شريعت ڪا نه ٿي چئي. ان قسم جي فحاشي تي شايد ته اڄ سوڏو ان ڪري ڏيان نه ڏنو ويو آهي جو اهڙيون حرڪتون گهڻون ڪري ذهني طور پٺتي پيل طبقي وٽان ٿينديون رهيون آهن. جڏهن ته ٿيڻ ائين گهرجي ته انهن مڙسالن کي به سگهه سوڏو سوگهو ڪري فحش حرڪتون يا فحش اشارا ڪندڙن جي صف ۾ بيهاري مٿن استنجا جي پٽر جيان، بنا بريڪ ڦٽڪا وسائجن. اهو ته هو ذهني طرح پٺتي پيل طبقي جو حال، پر حيرت آهي انهن ڪرڪيٽ جي رانديگرن تي جيڪي، پڻ بال کي استنجا جي پٽر جيان ٿا گهڪا ڏين! خبر ناهي ڇو ٽي-وي وارن انهيءَ فحش حرڪت کي نظرانداز ڪري ليکي ۾ نه آندو آهي. ميڪ اپ تي اعتراض آهي ته بال جو ناجائز فائدو وٺندڙ ڪرڪيٽ جي رانديگرن تي ڇو نه ٿا ڪات ڪهاڙا ڪڄن ۽ هاءِ گهوڙا ٿئي جن جا فحش ڪلوز اپ ٽي وي - تان ڊيڪارڻ جو ڪو ڪاتو ئي ناهي. جيڪڏهن چئجي ته انٽر نيشنل گيم آهي، ڪنهن ڪنهن کي ان 'استنجائي اسٽائيل' کان منع ڪبو، ته اهو دليل به مڃڻ جوڳو ناهي، تنهن ڪري جيئن ٽي-وي تان ڊيڪارجندڙ انگريزي فلمن مان پاڪر يا ڪِس جا سين ڪاٽيا ويندا آهن، اهڙيءَ ريت ٽي-وي تان اها راند ڊيڪارڻ دوران فحاشي پکيڙيندڙ خوفناڪ سين پڻ ڪاٽيا وڃن. اسٽيڊيم ۾ به اهڙي فحاشي تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ اسان جي پوليس ڪاتي يا قانون جي رکوالن کي فوري طور جنبش ۾ اچڻ گهرجي ۽ ترت ئي تڪڙا اپاءَ وٺڻ گهرجن. جيئن رانديگرن جي فحاشي واريءَ من مستيءَ کي 'ترت ٻنج' اچي سگهي. تنبيهه ڪانپوءِ به جي اها حرڪت ڪندي ڏسجن ته امالڪ بانو وهائي ڪيجين ڇو ته اسان جي پوليس کي هاڻي ته عورتن تي به بانن وسائڻ جو ڪامياب تجربو ٿي چڪو آهي.

اسان جا اشراف رانديگر به پڪ ئي پڪ اهي نازيبا ۽ نامعقول حرڪتون ٻاهرين رانديگرن کان سکيا آهن. تنهن ڪري غير ملڪي رانديگرن کي چتاءُ ڏيڻ گهرجي ته پاڪ سرزمين تي پير رکڻ سان ڪين اهي فحش حرڪتون ڇڏي ملڪي قاعدي قانون مطابق اشرافت سان راند ڪيڏڻ گهرجي، ٻي صورت ۾ اسلامي ملڪ اندر ان راند تي فوري طور پابندي وڌي وڃي.

'لطيف' ڪراچي.

# ٻولتي فلم ۽ ٻانگن وارو دٻو

اڳئين زماني جا تفريحي دؤر مائيٽا ۽ ٿانيڪا ٿي گذريا آهن.جنهن جومثال گونگين فلمن مان وٺي سگهجي ٿو. تن ڏينهن ماڻهو گهٽي ياڳي گگدام هئاتہ، گونگائي اسٽائيل جا ڪوڏياڻ. گونگا عشق ڪندي،گوگا پهلوان جون ڪشتيون ڏسندا هئا. زالون بہ اڄ جيان هاءِ گهوڙا ڪرڻ بدران گونگا ڳوڙها ڳاڙينديون هيون. مجال جو ڪا ٻڙڪ بہ ٻاهر وڃي. هرويرو جو ڪا لاهي ٻاهي بيهندي هئي ۽ خاندان لاءِ خواريءَ جو باعث بڻجڻ واري هوندي هئي تہ نڙيءَ تي ننهن ڏئي ٻوريءَ ۾ بند ڪري آڏين ويلي دريا داخل ڪئي ويندي هئي. نہ ٻوڏ نہ ڦوٽ، ڪِٿان آئي ڪٿي وئي.

پر زماني سارو بدلجندڙ ماحول هميشہ حالتن جو اثر ورتو آهي. گونگين فلمن ڪانپوءِ 'ٻولتي فلم' جو رواج چا پيو، عورتن کي تہ طعنا تنڪا ڏيڻ جو نئون هٿيار ملي ويو. ڪنهن وٽان سَت سَريون ٻڌنديون تہ موڙو، ڏيئي چونديون: "مائي فلاڻيءَ جي تہ ٻولتي کلي پئي آهي."

ڪا جي اڄايو ڳالهائيندي تہ ان کي بہ ٺوڪ ڀري دهمان مان چونديون:" ٻولتي فلم تون تہ ماٺ ڪر."

ڪنهن تي ڏمربيون تہ شوخائي مان چونديون:" ڪيانءِ نہ ٻولتي بند."

مطلب تہ اڄايو ٻولڻ واري شئي کي هميشہ طنز جو نشانو بنجڻو پيو آهي.

'فلم ڳچيءَ ۾ پوڻ' يا 'فلاڻي هنڌ فلمون وينيون آهن.' اهي طنزيا گفتا پڻ ٻولتي فلمن جي زماني جي ايجاد آهن، جيڪي هڪ طرح سان پهاڪي جي صورت اختيار ڪري چڪا آهن. اها تہ خير فلم جي ڳالهہ هئي جنهن جو مذهب سان پري جو بہ واسطو ناهي پر ڪن ماڻهن جي فطرت ئي قدرت اهڙي ٺاهي آهي جو هو ڪنهن بہ طويل، ٿڪائيندڙ ڳالهہ تي طنز ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ ٿا سگهن. هاڻي ٻانگي کي ئي وٺو. الله لڄ رکيس ۽ عاقبت موچاري ڪريس،ويچارو آڏين جو اٿي اسان غافلن کي جاڳائي نيڪي جو ڪم ٿو ڪري، تہ ان جنتي انسان مان بہ نہ ٽا ٽرن! ٻولتي فلم وارو پهاڪو ٿوري ڦير ڦار سان جنتي ٻانگي لاءِ بہ ڪم آندو ويو

آهي. ٻن جي وچ ۾ جيڪو پوندو يا ڳالهائيندو ته چئبس: "ٻانگا هاٿي تون ته بس ڪري ويهه." يا "هرويرو تنهنجو وچ ۾ ٻانگن ڏيڻ جو ڪهڙو ڪم." ائين به ته، "اها ٻانگ وري ڪنهن ڏني."

جڏهن ڪان ٽي-وي پروگرامن جي وچ ۾ ٻانگون نشر ٿيڻ لڳيون آهن ته 'وچ ۾ ٻانگ' ڏيڻ واري چوائيءَ کي ويتر هٿي ملي آهي ۽ هر گهر مسيت ٿي پيو آهي. ڪيتريون وڏڙيون، جن کي ٽيليويزن جو اچار ڪونه اچي تن ان کي به ٻانگو ڪوٺڻ شروع ڪري ڏنو آهي. تنهن ڏينهن ته ڳوٺان آيل هارياڻي ته حد ڪري ڏني. چئي:" امڙ اهو ٻانگن وارو دٻو ته ڪولجاڻءَ ڪا 'فلمڙي ' ڏسون." وڏڙيون ويچاريون، جهونن خيالن جون آهن. ٽي-ويءَ تان ننڍو گل جو ڪلوز اپ ئي ڏسنديون ته وٺي هنياءُ ڦاٽيون دانهون ڪنديون ته :" ابا اهو ته بند ڪريو، گهر ۾ خيري صلي ٻانگون نه ڏبيون آهن."

اسان ٻاڻ ڪچيءَ کان ٻڌندا ٿيون ته گهر ۾ ٻانگون ڏيڻ نياڳ آهي. ننڍپڻ ۾ جڏهن اسان ڀائر ڀينر ٻاڻ ۾ مڙي سڙي گهر جي.ٻڌر ۾ ٻانگي جي سر سان سر ملائيندي اچا مس ٻانگ ڏيندا هئاسين ته ناني مرحيات مينهن واءُ ٿي اچي ڪڙڪو ڪندي:" الله ڪنون خير منگو-گهر ڪون مسيت ڪرڻا هوي ڪيا؟"

اهو اثر اهڙو پيل آهي جو اجان ٽي- وي تان گل ڏسبو آهي ته سٽ پائي بٽڻ آف ڪري ڇڏيون. پر ساڳي ٻانگ جڏهن مسجد مان ٻڌون ته اها ڳالهه ئي ٻي آهي. پر هڪ ڳالهه اچا سمجهي نه سگهي آهيان ته ٻانگ جو آواز ڪن تي پوندي ئي رڳو عورتون مٿا ڍڪڻ شروع ڪري ڏينديون آهن پر مرد ڪڪ به ڪٽي مٿي تي ڪونه رکن. بنا اوني ٿيو ويٺا اهو ٽاڪوڙو ڏسندا آهن جيڪو ٻانگ سبب عورتن ۾ پوندو آهي. ڇڻ ٻانگ رڳو عورتن لاءِ ئي هوندي آهي يا پوءِ مردن جا مٿا 'ٻانگ پروف' آهن.

بهرحال چوڻ جو مقصد اهو آهي ته ڪنهن به شيءِ جو تقدس قائم رکڻ لاءِ لازمي آهي ته اهو جذبو دل ۾ ڏاريو وڃي، ان جو اجايو نماءُ ۽ گهڻ ماڻهن کي آوس بيزار ڪري ڇڏيندو.

سوچان ٿي .....

هيڏو سارو انسان جڏهن دنيا مان هليو ٿو وڃي ته ان بعد فورن ئي ڪيس هڪ فوٽي جي حيثيت ۾ پت تي ٽنڪيل ڏسي عجيب عجيب خيال ذهن ۾ ايندا آهن، ڇا انسان جي انتها محض هڪ فوٽو.....!

سائنس تعلق رکڻ وارن کي فوٽو جو فريم ڄڻ پنهنجي دل جو دائرو لڳندو آهي، جنهن ۾ ڪيس قيد ڪري روحاني راحت حاصل ڪبي آهي.....

فوٽو کي فريم ۾ قيد ڪري انسان ٻاڻ کي آئت جو دوکو ٿو ڏئي..... پر

ان مهل شايد ڪانئس اهو وسري ٿو وڃي ته هو پاڻ به انتهائي خوبصورت دوکو آ..... خواب آ..... رڄ آ..... طلسم آ! جيڪي خوابن سان پيار ڪندا آهن، خوبصورت خيالن ۾ مگن رهندا آهن ..... پاڇن پويان رلندا آهن..... ڇا اهي ان حقيقت کان بي خبر هوندا ته هڪ ڏينهن ڪين فوٽي جي صورت ۾ پيت تي ٽنگجڻو آهي، پنهنجي پيارن جي دلين جي دائرن ۾ قابو ٿيڻ لاءِ..... پر اهي فوٽا به ته دوکو آهن..... جيستائين واسطيدار هستيون زنده سلامت هونديون آهن تيستائين ته انهن فوٽن کي نه لهر نه لوڏو پر جتي انهن چوغو مٽايو اتي اهي فوٽا به پيتين تان لهي ڪن اجاڙ جڳهن تي پيا اڏوهي جو کاڄ بڻبا آهن..... ويچارو بي وس انسان..... ڇا ڇا نه ٿو ڪري پاڻ کي آٿت ڏيڻ لاءِ. ڪڏهن ڪڏهن مان سوچيندي آهيان ته جي قدرت کي انسان ايڏو بي وس ۽ اٿاسي پيدا ڪرڻو هو ته پوءِ انکي اشرف المخلوقات جو لقب ڏيڻي جو ان جي بي وسيءَ جو مذاق اڏايو..... ڇا هن لاءِ 'بي وس مخلوق ' جو لقب مناسب نه هو .....؟

'لطيف' ڪراچي.

# ادب ۾ جيلسي

پروفيشنل جيلسي هڪ عام شيءِ آهي، جيڪا هر فيلڊ جيان ادبي اتهاس ۾ پڻ امر رهندي پئي اچي. 'لَيڪڪ' تہ گهٽي دير رقابت جي باهہ سانديءِ ٿي نہ سگهندو ۽ اُتي جو اُتي وائکو ٿي پوندو، پر ڪي ڏسٽا وائسٽا بہ ڏاڍا اُونها ۽ ڳجها ٿين، اصل لڪا ٿي نہ پوڻ ڏيندا تہ کهڙن ڪورن ۾ پيا ڪامن، وجهہ ملندي ٿي مقالي توڙي مهاڳن جي حجري ۾ وڏي حجت سان سموريون باهيون ڪڍي آجا ٿي پوندا آهن.

بوعلي سينا جهڙي پَڙ حڪيم تہ شهر جي گهٽين، ڪسن، گهراٹن ۽ زائفان جا نالا ڳڻائي، گهربل نالي تي شرميلي مريض عشق جي نبض جو تيز ڌڙڪو نوٽ ڪري پنهنجي جانچ پوري ڪئي ۽ وچي سندس "حبيب " جو در ڳوليو، جنهن جو نالو حجاب ۽ حياءَ ڪان مريضِ عشق جي زبان تي نہ ٿي چڙهيو، جڏهن تہ اسان وٽ "حبيب " جي بنسبت "رقيب" ڳولهي لهڻ وڌيڪ آسان آهي ۽ ان لاءِ بوعلي سينا جيان نبض جهلي، ڌڙڪنون جانچڻ جي ضرورت نہ پوندي. بس چڙو ڪنهن ليکڪ ڪان هن جي پسند جا ليکڪ پڇي ڏسو، جواب ۾ پورا سارا نالا ڪٽي تہ سمجهو هن مومن ڪي ڪنهن سان ڪا رقابت ڪانهي نہ ڪنهن جي تيريءَ ۾ نہ ميريءَ ۾، پر جي ريڊيو جي فرمائشي پروگرام ۾ چاٽايل نالن جي لانڍجيان ليکڪن توڙي"اَليڪڪن"جي نالن جي لسٽ، مَکني هاٿيءَ جيان لتاڙيندو هلي ۽ ڪنهن هڪ- اڌ نالي ڪي پلي جي پُچڙي جيان رهائي ڇڏي، تہ پڪ ڄاڻو اهو ئي آهي سندس "رقيب" جنهن ڪاڻ هن سڄي ادبي انڊسٽريءَ کي هٽي ٽُنبي رکيو!

******

سنڌ سونهاري ۾ آئي ڏينهن "ڪرسي نشينن" ڪي پڳون پارائي سيمينار سڏرائجن، ڪانفرنسون ڪوٺائي جشن جلوس ملهائجن، شاديون شادمانا ڪجن، ناميارن جي مان مرحبائن پنيان پاڻي جيان پئسو وهائجي، اِهي سڀ ڪم پلا..... دائين ڪي سڪيا ڏيڻ واريون محفلون بہ چوٽ! " افوا- پفوا" جون

مجلسون مذاڪرا بہ اصل اوج تي! هلڻ ڪان هلاڪ. رٽائرڊ ليڊرياٽيون ۽ بيگمات. نچڪڻ سان آڇا پرون ڪوهي، موت جو پٺو پلائڻ خاطر. سماجي سڌاري جو ٺيڪو ڪٺي نئين سنئين نڪري نِرِوار ٿيون آهن تہ جيئن من کي ريجهائي سگهن. اِنهن سيني سانگن تي بہ واہ واہ. پر جڏهن سنڌي ڪتابن جا مهورت ٿين تہ اخباري ڪالمن ۾ "ٿر جي ڏڪار" بابت پِٽڪو پئجيو وڃي تہ "هَئي هَئي ! فائيوَ استار هوٽلن ۾ مهورت پيا ٿين. ۽ هوڏانهن غريب ٿري ڏڪار وگهي بک مري رهيا آهن !"

اِهو تہ ايئن ٿيو ڄڻ ڪو ٺي چوندو هجي تہ." هوڏانهن ٿَر جي راڻي مائي ڀاڳي اُگهي ٿيو پئي آهي ۽ هيڏانهن فنڪار ساز سُرندا ڪنيو نچندا ڳائيندا انعام اڪرام ماڻيندا وتن! ڪين اهو سڀ ڪجهہ اوستائين ٻاسيرو ڪري رکڻ گهرجي، جيستائين ٿر جي راڻي پاڻ وهٽِي تي سگهي....."

هونءَ اِها ڳالهہ غور طلب آهي تہ رڳو ٿر جي ڏڪاريلن ۽ افغان پناهگيرن جو هر ڪنهن کي ڇو ٿو سيڪ لڳي، پنهنجي شهر توڙي اوڙي پاڙي ۾ بہ وِڪ وڪ تي هزارين محتاج، ڏکيا بکيا ۽ انگ اُگهاڙا آهن. اُنهن لاءِ ڪنهن جو هڏ ڇو نہ ٿو ڪُرڪي ؟

ڪتابن جي مهورت تي، جن کي ٿر جي ڏڪاريلن جي اهڙي ڳڻتي تي اچي ورائي تہ اُهي ڇو نہ ٿا سنياس وٺي اچي گوڏ تي گذارو ڪن ۽ پنهنجو الهہ تلهہ ٿري ڏڪاريلن لاءِ وقف ڪن؟ گانڌي بہ تہ اِهي انقلاب تڏهن آندا جڏهن ڪيس پنهنجي ڇَهنڊڙي لڳي هئي.

شال طبعتون، مزاج ۽ ذهن ڏڪاريل نہ هجن تہ اهي ڏڪر ڪا حيثيت نہ ٿا رکن. بکئي پيٽ کان بکيو ذهن خوفناڪ ٿيندو آهي، نہ تہ مهورت جو ڏڪار سان ڪهڙو واسطو. ڪيڏانهن منهن مريم، ڪيڏانهن تنبوالهيار!

******

هاڻ وڏيڪ پڪ تي اٿم تہ مون غلط نہ چيو هو تہ ادب جي "ٺيڪيدارن" جو وس پڄي تہ هو ليکڪ کي ڪشڪول هٿ ۾ جهلائين. ڇو جو اِهي ڪورن ڪاميا ڪيس سکيو ستابو نہ ٿا ڏسي سگهن ۽ سٺي ليکڪ جو معيار يا ڪسوٽي وٽن اِها آهي تہ هو سماجي ڏاڍ ۾ پيڙجڻ بنا، عام ماڻهن جي ڏکن ڏوجهرن بابت لکي نہ سگهندو. ڪيڏي نہ غلط سوچ آهي. جڏهن تہ سچ اهو آهي تہ جيڪو ليکڪ بک، بدحالي ۽ ٻي ڪنهن اهڙي پيڙا ۾ ورتل هوندو تہ ڪيس رڳو پنهنجي ڏکن ۽ اهنجن جي پڇار هوندي. بک ماڻهو کي خود غرض بنائي وجهندي آهي. هن جي سوچ اجتماعي هئڻ بدران رڳو پاڻ تائين محدود هوندي آهي. هو ٻين جي تڪليفن کان وڌيڪ پهرين پاڻ کي ئي اهميت ڏيندو ۽ سمجهندو تہ دنيا ۾

مظلوم ٿي چڙو پاڻ آهي. سموريون جُنيون سائنس ٿي ٿيون هجن، ۽ ان اڪيلي تي ٿي دنيا جهان جو عتاب نازل ٿيو هجي، پر جيڪو ليڪ پنهنجي پگهر جي پورهئي سان سڪيو ٽڪر کائي ٿو ۽ پنهنجي محنت سان چڱي حال ۾ هوندو، ان کي بک ۽ بدحاليءَ جو اِحساس نسبتاً وڌيڪ رهي ٿو. عالمي ادب جا مجيل اديب، وڏن ماڻهن جا اولاد هئا، جن ادب وسيلي دنيا ۾ حيرت انگيز انقلاب آندا، وٽن رڳو پنهنجي پيڙائن جو ماتم ڪونہ هو، جيڪو اسان وٽ روايت بنجي ويو آهي. پيڙا ۽ ڏک پلا ڪنهن کي نہ هوندا، اِهي ڪي ”تمغو“ تہ ناهن جن کي ڇاتيءَ تي لڳائي، انهن جي نمائش ڪجي. ذاتي ڏکن جو ڍنڍورو ڏيڻ وارا ڇڻ پنهنجي لاءِ رحم ٿا پِنن ۽ پِنَ تي جيئڻ بُزدلي آهي. انسان اهو آهي جيڪو زندگيءَ جو پلئہ جهلي، دنيا جي هر ڏک سان وڙهي ڏيکاري.

”آرسي“ حيدرآباد.

# ڪشڪول

ٻار جيئن ئي دنيا ۾ قدم ٿو رکي ته ڪيس ٻين سوڪڙين سان گڏ، خرچيون به ملڻ شروع ٿين ٿيون. اهڙي طرح ثابت ٿئي ٿو ته خرچيون ٻار جو پيدائشي حق آهن. خرچين ڏيڻ جو رواج صدين کان وني اڄ ڏينهن سوڌو قائم آهي، مان سمجهان ٿي ته دنيا جي ڪابه طاقت انهي رواج کي ختم نه ڪري سگهندي. بهرحال جنهن به انهيءَ رواج جو پايو وڌو، اهو ڏاڍو ڪو چالاڪ ۽ ڏيتي ليتيءَ جي معاملن ۾ پڪو ماڻهو هوندو. خير اهو ته جيڪو ڪجهه هيو سو هيو، پر ٻارن جي مائٽن ۾ به گهٽ ناهي، هو ٻارن جي خرچين تي سياڻي ڪانءَ وانگر اک رکيو ويٺا هوندا آهن، پر انهن جون خرچيون هضم ڪري هو سچ پچ ته اهڙيءَ ريت ٻارن جو استحصال ڪن ٿا، جيڪو سراسر معصومڙن سان ظلم آهي، نا انصافي آهي، حق تلفي آهي.

ڪي مائٽ ته خرچيون حاصل ڪرڻ لاءِ بنهه آتا ويٺا هوندا آهن. اسان جي پاڙي جي مائي ڪي پنجن پائوندن جو پوٽو ڄا ڄائو، ڄڻ پئسن پنڻ جو ڪشڪول ملي ويس، جيڪو هر آئي وئي آڏو جهليو ويٺي هوندي، يا پوءِ زوري سندن هنج ۾ ڪري ڦٽو ڪندي، تڏهين مليريا جي مڇر جهڙو پوٽو وٽ آهر "ڇيائون "..... ڪري ڄڻ پنهنجي وجود ناتوان جو اعلان ڪندو ۽ ماڻهو ويچارا پنهنجي حيثيت آهر ڪجهه نه ڪجهه ڏيڻ تي مجبور ٿي ويندا آهن.

ڪجهه ڏينهن جي ڳالهه آهي ته مان به مائي پوپان جي پوٽي جي مبارڪ ڏيڻ لاءِ سندس گهر ويس، پر ڪِڪو ماءَ سان گڏ ناناڻي ويل هو..... خير مون کي ڪکي سان ڪهڙو مطلب. مان ته آڏاري پاڇي واپس ڪرڻ وئي هئس. مون کان اڳ هڪ ٻي خاتون به پنجن مهينن جو صحتمند ٻار هنج ۾ کنيو ويٺي هئي. شايد ته هو به مون وانگر آڏاري پاڇي واپس ڪرڻ آئي هئي. ايتري ۾ در تي ڪڙڪو ٿيو، انهي سان گڏ ڪنهن وڏي واڪي سڏ ڪيو.

"شهباز خان ....."

"ڪير آ.....؟ " پوپان نڙي سرلي ڪندي پڇيو.

"مان آهيان ماسي..... جمن. "

اهو ٻڌي پهريائين تہ سرهي ٿي، پوءِ فڪرمند، پر جلد ئي شاندار اِسڪيم ذهن ۾ اچڻ شرط سندس منهن ٻهڪڻ لڳو. ڪيائين هَرَ نہ تَر، جهٽ هٽي پاڙيسرڻ جي هنج مان ٻار کي کنيندي دَر طرف وئي ۽ مرڪندي چيائين :"ابا شهباز تہ خير ڪو آهي"

"ماسي اچي تہ منهنجو ٻڌائجوس." شهباز جي دوست جمن ورائيو.

"اَبا هي شهباز جو ڪڪو آتَي" پُوپان تڙندي زوريءَ تعارف ڪرايو.

"هان ماسي! مبارڪون هجنوَ" ائين چئي ڪڪي کي رسمي پيار ڪندي ، ڪوٽ جي کيسي مان پنجين جو نوٽ ڪڍي ٻار جي خرچي طور ڏنائين. اهو ڏسي پُوپان خوش ٿيندي چيس:" ابا ڪهڙيون ٿو هلاڪيون ڪرين."اِن بعد منهن تي ڪاميابيءَ جي مُرڪ آڻيندي جڏهن اندر آئي تہ ٻار جي ماءَ، ٻار جي هٿ ۾ جهليل نوٽ ڏسي پاڻيون تہ الله گهر وڃي سٺائي ڪئي اٿس. سا پُٽس کي ٻچڪار ڏيئي چوڻ لڳي ....."منهنجو راڻو ..... منهنجو سپاڳو..... نوٽ ڪٿي آيو....." پُوپان اهو ٻڌي جهَٽ هٽي نوٽ پاڻ وٽ قابو ڪيو ۽ چيائين." منهنجو پوٽو چاٽي تہ مليا اٿس. تنهنجي پٽ سان ڊول ڪو چمتو."

خير، پوپان تہ نوٽ حاصل ڪري ورتو، پر جمن جڏهين شهباز جو حقيقي سنهڙو، سَڪل ۽ ڪارڙو ڪوجهڙو ٻار ڏٺو هوندو، تہ پنهنجي ذهن تي زور ڏيئي ضرور حيران ٿيو هوندو.

ٻار جڏهين Infant واري عمر مان نڪري Child واري عمر ۾ داخل ٿيندو آهي ۽ ڪجهہ سمجهدار پڻ، تڏهين پنهنجي هضم ٿيل خرچين يا استحصال جو واه جو بدلو وٺندوآهي.

گهڻو ڪري ٻار ماني کائڻ مهل ڪيتو لائيندو، يا کير پيئڻ کان انڪار ڪندو، تڏهين مائٽ ڏاڍي قرب مان ٻار کي ٻچڪار ڏيندي، مِٺي گولي يعني رشوت جي لالچ ڏئي چوندا آهن. "شاباس پٽ ماني کاءُ تہ وڏو هوائي جهاز وٺي ڏيندو مانءِ. کير پي تہ وڏي دونالي بندوق ولائت مان گهرائي ڏيندو سانءِ..... خطرناڪ نقاب پوش(ٻُوتاڙا) وَٺي ڏيندوسانءِ ". ٻار انهن لالچن ۾ ڏٺن تي مس مس وڃي ماني کائڻ ۽ کير پيئڻ تي راضي ٿيندو آهي.

ڪو ٻار وري فلمن کان متاثر ٿي پوندو، تہ " مون کي رنگيلا جهڙو گٽار کپي، يا نديم جهڙو دهَل کپي جنهن کي وڄائي هو هڪ ٽنگ تي نچي ٿو." ۽ مائٽ سندس هر فرمائش آڏو منديءَ جي طلسمي جن وانگر "حاضر حاضر" ڪندو رهندو آهي. اهڙا سڪيلڌا ٻار وڏا ٿي مائٽن جو نالو 'روشن' ڪندا آهن، جهازن ۽ بندوقن جي لالچن مان گهڻو ڪجهہ سکندي، وڏا رشوتي ڪامورا بڻجي

نقاب پوش چاڙهي ماڻهن جي سيني تي بندوق تاڻي چوندا آهن ته، "پئسا ڪڍو" ۽ پوءِ سڄي ملڪيت ڪٺي هوائي جهاز ۾ چڙهي تمام پري پڄي ويندا آهن.

هُونءَ آڪاٽي ٻڌائڻ ٻار لاءِ سَستي ۽ دلچسپ وندر آهي..... پر نه.....چو ته جيڪي ٻار آڪاٽيون ٻڌي پوءِ ماني کائيندا آهن، اُهي وڏا ٿي سخت خطرناڪ اديب بڻجي ابوجهه عوام کي گمراه ڪندي، ملڪ جي سڄي نظام کي ڪرڪيٽ جي بال وانگر اُڇاليندا رهندا آهن ۽ آخرڪار قوم جي سڀ ڪان گهٽي خدمتگارن يعني صحافين کي ڪڏهين نه ڪتندڙ موضوع ڏيئي پاڻ لوهي شيخن پُٺيان متو ٽڪرائيندا رهندا آهن.

وڏا ماڻهو پنهنجي سِڪيلڊن لاءِ خاص پاڪيٽ مَني مقرر ڪندا آهن، جنهن کي هو فراخدليءَ سان اسڪول ۾ خرچ ڪندا آهن، جي هو ائين نه ڪن ته غريب ٻارن کي سندن غربت جو احساس ڪيئن ٿئي؟ ۽ وڏي ڳالهه ته گاڏي وارا به سندن انتظار ۾ صبح کان ئي اکيون وڇائي، مکڻ واريون شيون سجائي ويٺا هوندا آهن. انهن ويچارن جو به ته انهن ٻارڙن جي خرچيءَ تي گذر سفر ٿئي ٿو. نه ته يلا ڇا ڪن ؟ ۽ ٻار جي اُهي شيون وٺي کائي بيمار نه ٿين ته پوءِ ويچارن ڊاڪٽرن جو جيڪر ڪهڙو حال ٿئي، آخر اُهي به ته ٻچڙيوال آهن ۽ انهن کي به ته پنهنجو ۽ ٻچن جو پيٽ پالڻو آهي، جي ٻار مکڻ واريون شيون کائي بيمار نه ٿيندا ته انهن جو ڏنڌو ڪيئن هلندو؟

ريڊيو سيريز
' اديون ڇا ٻڌايان '

# نازڪ دور

اسين جنهن دؤر مان گذري رهيا آهيون اهو دؤر ورهين کان "نازڪ دؤر" جي نالي سان ياد ڪيو پيو وڃي، بلڪل انهيءَ خاتون وانگر جيڪا ايڪويهون دفعو پنهنجي ايڪويهين سالگره ڌاڌي ڌام ڌوم سان ملهائي رهي هجي. انهيءَ مستقل "نازڪ دؤر" جو اثر براه راست ماڻهن جي صحت تي به پيو آهي، جنهن سبب ڏٽا مُٺا ۽ ٿلها ٿنيرا ماڻهو به نازڪ بڻجي ويا آهن.بلڪل انهيءَ پاڪستاني فلمي انڊي هيرو وانگر جنهن جون انڊي هڻڻ جي باوجود به اکيون ڪليل هونديون آهن ۽ هو انڊا هوندي به ماڻهن کي انڊا نظر نه ايندا آهن. ساڳيءَ ريت "نازڪ دؤر" مان گذرڻ وارن جي نازڪ حالت هوندي به نازڪ حالت بظاهر نظر نه ايندي آهي.

پلا گُنس ڊائبيٽيز ۽ بلڊ پريشر وغيره ڪنهن کي ڪيئن نظر اچي سگهندا. جيستائين ڪه ڊاڪٽر ڪان معائنو نه ڪرائجي ۽ ڊاڪٽر معائنو ڪيو به ڪٿي ته ڇا ٿي پيو، ڇو ته هو ويچارڙو پڪ ئي پڪ پاڻ به انهن بيمارين ۾ ورتل هوندو. سو غريب ڇا ڪري سگهندو. وڌ ۾ وڌ وڏو ڇنو پاڻي مليل انجيڪشن ۽ دوائن وغيره جو لکي ڏيندو يا پوءِ پرهيزي ڪاڏو جهڙوڪ ڪَميءَ جا بيدا، مثل ۽ بيمار جانورن جو اُبريل گوشت وغيره کائڻ جي صلاح ڏيندو، ڇو ته هو اهڙو اڻ ڇاڻ نه هوندو جو هن نازڪ دؤر ۾ نازڪ ماڻهن لاءِ خاص شيون کائڻ جي صلاح ڏيندو. جنهن نازڪ دؤر مان اسين لنگهي رهيا آهيون، تنهن کي جيڪڏهن "ملاوٽي دؤر" به ڪٿي چئجي ته به عجب جي ڳالهه ناهي. ملاوٽ ته زندگي جي ضرورتن جو جڙ اٽوٽ انگ بڻجي چڪي آهي. هر ڳالهه ۾ ملاوٽ ، هر شئي ۾ ملاوٽ ، ملاوٽ کانسواءِ ڪو قدم نه ٿو ڪٿي سگهجي ۽ اگر ڪنهن اهڙو قدم کنيو به ڪٿي ته پوءِ نه صرف هو پاڻ خطري ۾ پئجي ويندو پر بين لاءِ به خطري جو باعث بڻبو.

هڪ کير واري کي ڪٿي ٿي جا ڳتي، سو ڦونڊجي ڪنهن گهر ۾ وڃي خالص کير ڏيئي آيو. اُتي جي پاڙي وارن چيس ته اسان کي به کير ڏي، تنهن تي کين ننڊڙي ٻالتي ڏيکاري، سچار بڻجندي چيائين." مون وٽ آهي ئي ايترو کير وڏيڪ

مان نہ ڏيئي سگهندس." اهو ڪير وارو تمام گهٽو سادو هوندو يا پوءِ نئون نئون ڪير وارو ٿيو هوندو، پر ڪيس ڪهڙي خبر تہ قضا سندس لاءِ ڪهڙو تير ڪنيو بيٺي آهي.

ٻئي ڏينهن ڪير چا ڏيڻ ويو چڻ موت جي منهن ۾ پئجي ويو. ٻاهر تہ مردن جيڪا جُٺ ڪيس سا ڪيس، پر گهر اندران زنانن سَرن بہ يڪ ساهي حملو ڪري ڏنس. ڪا چويس "مردود" خراب ڪير ڏيئي ماٺهو ٿو مارائين. ڪا چويس بي ايمان تو ڪي جيل ۾ ٿا وجهرايون. اهوجهہ ڪير واري ڪي جيل جو نالو ٻڌڻ سان ڪمبٽي وٺي وئي. ٻوهيون ۽ واسطا وجهي..... پنهنجي جند ڇڏريائين. سندس ڏوهہ اهو هو تہ هن خالص ڪير ڏنو، جنهن ڪي پيئڻ سان گهر وارن ڪي پيٽ ۾ سور ڪان سواءِ، بدهاضمي جي شڪايت ۽ التيون وغيره ٿي پيون. هاضمي ڪي درست ڪرڻ لاءِ گهٽيئي چورن ڦڪيائون، پانن جي پتن جو عرق ڪيڏي ڪَتو ۽ چنو ملائي پيتائون- ادرڪون، تومون ۽ اڇا جيرا پيهي ٻن ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ ڇپاڙيائون تڏهن مس وڃي ڪو سامت جو ساهہ کنيائون.

انهيءَ واقعي ڪانپوءِ ڪير وارو پاڻ سان گڏ سائيڪل تي وڏي ڏول سوڌو نظر ايندو آهي، جنهن ۾ ٽي حصا موري مان پريل ڏيڏرن وارو پاڻي ۽ هڪ حصو مشين جو ڪير پيل هوندو آهي، جنهن ڪي هو سڄي پاڙي ۾ فراخدليءَ سان پيو ويراهيندو آهي. گراهڪ سندس ڪير ڪي "عمدو عمدو" چئي ڏاڍو پسند ڪندا آهن. وري ڪڏهن بہ سندن هاضمو خراب نہ ٿيو.

هي تہ ڪاڏي جي شين ۾ ملاوٽ جو هڪ واقعو ٻڌايم. پر ڏسجي تہ اسان جي گفتگو بہ انهيءَ ملاوٽ ڪان آجي ناهي..... گفتگو ۾ مبالغي جي ملاوٽ عام آهي. هڪ پڙهائڻ واري اُستاد ڪي پنهنجي شاگرديائيءَ جي گهر جي در وٽ بيٺل ٽانگي تان ڪو شخص گاديون لاهيندي نظر آيو. معلومات ۾ اضافو ڪرڻ جي خيال ڪان شاگرديائي ڪان سوال ڪيائين تہ "اَئي امان ڪتو. ڪالهہ توهان جي در وٽ ٽانگي مان ڪاريءَ ڪليءَ جهڙو سُڪل مَڙهو مڙسالو لٿو. سو ڪير هيو؟"

"الائجي ڪير هيو اُستاد " ڪتوءَ چور اکين سان وراڻيو- "ائي امان توهان جي گهر اندر ڪو نہ ٻئي ويو گاديون کنيون؟ ميري روڳ جهڙي گنجيءَ ۾ ....."استاد الائجي ڪير هيو اسان وٽ تہ اهڙو ماٺهو ڪونہ آيو"، ڪتو شڪي ٿيندي چيو، پر استاد بہ اڳيان استاد هئي، سا پلا صحيح معلومات حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ ڪيئن ٿي ماٺ رهي سگهي. هونءَ بہ ڪن استادن ڪي شاگردن ڪان ذاتي سوال پڇڻ جي الائجي چو عادت هوندي آهي. ها تہ خير ٻئي ڏينهن جڏهن ڪتو استاد وٽ پڙهڻ لاءِ وئي تہ هن ساڳيو سوال ورجائيندي چيو،"ائي ڪتو اڄ تنهنجي در وٽ نازڪ نفيس سهٽو مڙسالو ڏٺم، رنگ جو پورو، منهن مان چڻ

تجلا پي نڪتس، گاڏيءَ جا ٽپڙ لاهي گھر ۾ گھڙي ويو سو ڪير هو؟" اهو ٻڌي ڪتوءَ رئي جي ڪُنڊ چٻاڙيندي فخر سان مرڪي چيو، "استاد اهو منهنجو پيءُ هيو."

*'برسات' - ڪراچي*
*'ريڊيو سيريز' 'اديون ڇا ٻڌايان'*

# منهنجي ماسي

منهنجي ماسي ايمڻا، جيڪا پوءِ نئين زماني جي تقاضا ۽ فيشن موجب هاڻي 'ايمي' تي وڻي آهي، سا هڪ وڏي ڳڙنگ زميندار جي گهر واري هئڻ ڪري پاڻ به وڏي 'ڳڙنگياڻي' بڻجي وئي آهي. رک رکاءُ، رعب تاب ۽ شان مان چڻ سندس ئي حصي ۾ آيل مال غنيمت هجن. سدائين پئي پنهنجي ۽ مڙس جي تعريف ۾ قصيدا پڙهندي، ته فلاڻيءَ چيو، "اسين ته پوڙهيون ٿي ويون آهيون، تون اڃا اهڙي جا اهڙي" يا "سائين ڪي منهنجي هٿ ڪانسواءِ ماني ڪانه وڻي." "جيستائين منهنجو هٿ سيني تي رکي نه سمهي، ننڊ ئي ڪونه اچيس." ٻيريءَ چيو ته مون ڪي دهري ڏاڍي لهندي آهي". "مٽيريءَ چيو ته توهان جهڙي عظيم ماءُ مون دنيا ۾ ناهي ڏٺي."

اسان سندس غريب طبقي جا مائٽ، هن جي هر ڳالهه اهم سجهي ڏاڍي غور سان ٻڌندا آهيون ۽ ڪيس خوش رکڻ جي هر ممڪن ڪوشش به پيا ڪندا آهيون. هوءَ اسان جي مدد به ته ڏاڍي سٺي ۽ سهڻي نموني سان ڪندي آئي آهي، ان ڪري اسين سندس احسانمند پڻ آهيون.

تنهن ڏينهن به سندس ڏير جي پٽ جي شادي تي منهنجي ماءُ، يعني پنهنجي وڏي ڀيڻ جي ڏاڍي سهڻي ۽ عزت واري نموني سان مدد ڪيائين.

امان چيس،"مون وٽ ڏيڻ لاءِ ڪجهه ناهي، آءُ ڪيئن شريڪ ٿيندس."
ماسي ايمي چيس، " اهو مون تي ڇڏ. تنهنجو هلڻ تمام ضروري آهي. توڪانسواءِ منهنجو ٻيو وڏو مائٽ ڪير آهي؟ تون نه هلندئين ته زمانو مون تان ڪلندو."

امان ويچاري ڏاڍي سادي، نيڪ نيت ۽ ابوجهه آهي. ڪڏهين به ڪنهن ڳالهه جي تهه تائين پهچڻ جي ڪوشش نه ڪندي آهي، سا پنهنجي باري ۾ پنهنجي امير ڀين جي واتان اهڙا اکر ٻڌي ڏاڍي خوش ٿي ته گڏ شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ به ڪٽي هاڻوڪار ڪيائين.

ٻئي ڏينهن جڏهين سڀ ڪنوار جو منهن ڏسڻ مهل مُوڙو ڏيئي رهيا هئا. ته

منهنجي ماسي بہ سچي راڄ جي اڳيان امان، يعني سندس وڏي ڀيڻ کي ٥٠٠ روپيا ڏيندي چيو، ” ادي پنهنجي ننهن کي هلي پنهنجن هٿن سان ڏينس“ امان خوشيءَ مان پنج سؤ ايميءَ جي هٿ مان وٺي ڪنوار کي ڏنا.

ماسي کهڙي نہ سهڻي نموني سان سڄي راڄ ۾ امان کي خوار..... منهنجو مطلب آهي سُرخرو ڪيو.

ڀلا جي لِڪ مان امان کي پئسا ڏي ها، تنهن مان ڪيس ڇا حاصل، ٻئي راڄ کي بہ ڪا خبر پوي نہ، تہ ننڍي ڀيڻ ڪيئن نہ وڏي ڀيڻ جي مدد ڪئي. جيئن دنيا بہ سبق حاصل ڪري تہ فراخدليءَ سان پنهنجي غريب مائٽن جي مدد ڪرڻ ڪيڏو نہ نيڪ ڪم آهي. هيڏانهن امان بہ تہ فخر مان هر ايندي ويندي کي ٻڌي چوندي آهي تہ مون پنج سؤ ڏنا، هيڏو سارو نوٽ! ماڻهو اِهو ٻڌي رڳو مشڪندا آهن، پر هنن جي مُرڪ امان وانگر سادي نہ هوندي آهي.

...........

مون کي ريڊيو تي ٻارن جي پروگرامن ۾ وچي آڪاشي ٻڌائڻ جو ڏاڍو شوق آهي، تنهن ڪري منهنجي هڪ سرتيءَ ان خواهش کي پوري ڪرڻ جو بندوبست ڪيو، پر جيئن تہ ريڊيو اسٽيشن اسان جي گهر کان ڪافي پري آهي، مون سوچيو ڇو نہ ماسي جي موٽر ۾ چڙهي وڃان.

مان ماسيءَ جي گهر ويس. ڀهريائين ڪيس ٽنگن تي زور ڏنم، پوءِ چيلهہ تي لتون ڏنم، اِن بعد سندس چوڻ موجب سندس مٿي مان اڃا وار الڳ ڪيم ۽ پوءِ ڏاڍي نيازمنديءَ ۽ نماڻائي مان چيم: ”ماسي پنهنجي ڊرائيور کي چئجو تہ مون کي ريڊيو اسٽيشن وٺي هلي.....!“

ماسي چرڪجي مون ڏانهن ڏٺو..... سندس اَچو وار منهنجي آڱرين جي گرفت مان ڇڏائجي ويو. منهنجي منهن ۾ ڏسي مُرڪندي چيائين:” پر ريڊيو اسٽيشن تي موٽر ڪيئن ويندي! ماڻهو ڏسندا تہ ڇا چوندا تہ فلاڻي رئيس جي موٽر ريڊيو اسٽيشن تي بيٺي آهي“!

ماسيءَ جي مُرڪ ۾ اهڙا تہ طنز جا تير ٻڌل هئا جو مون کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ مان ڪنهن نهايت ئي بدنام جاءِ ڏي وڃي رهي هئس، جنهن جي دَر تي رڳو موٽر بيهڻ سان بہ موٽر جي مالڪن جي بدنامي ٿيندي ۽ ماسي جي نظرن ۾ منهنجي اهميت موٽر کان بہ گهٽ هئي، منهنجي اتي وڃڻ يا نہ وڃڻ سان، سندس ڪوبہ واسطو ڪو نہ هو. مان چُپ ٿي وِيس، پر ڀهريون ڀيرو هو جو مون پنهنجو پاڻ کي انتهائي حقير محسوس ڪيو تہ ماسيءَ ۾ بہ تڪبر ۽ غرور نظر آيم. گهر اچي مون پنهنجي ياءُ سان اِهو ذڪر ڪيو، منهنجو ياءُ باغي خيالن جو مالڪ آهي، هو اسان سڀني کي بہ باغي بنائڻ جا خواب ڏسندو آهي.

تنهن ڏينهن ٻه هَن مون کي تہ ڪجهہ نہ چيو پر ڪيس امان کي وڏي واڪ چوندي ٻڌو هئم، ”نياڻي کي ڪيڏو تہ ڏک ڏنو آهيس، رئيس صاحب جي موٽر جڏهن رات ڏينهن چڪلي ۾ بيٺل هوندي آهي ڇا تڏهين ماڻهو نہ ڪَڇندا آهن؟“

امان ڪيس ’همدرد‘ ۽ ’احسان‘ ڪرڻ واري ماسي جي خلاف ڇڙ ڏياريندڙ خيال ظاهر ڪرڻ تي ڇينڀيندي چيو، ” هُون .... هُون ..... عقل ........وڏن لاءِ ائين نہ ڳالهائبو آهي!!“

ريڊيو سيريز
’ اديون ڇا ٻڌايان ‘

# سهڻي سوچ

اسان جون ڳوٺاڻيون ڀينر جيئن تہ تمام ساديون ۽ اڻ ڄاڻ هونديون آهن، تنهن ڪري دل جي معاملي ۾ پڻ تمام گهڻيون حساس آهن. منجهن نيڪ نيتي ۽ خلوص جو جذبو مڙني کان مٿاهون ٿئي. هو ڪنهن جي دل تہ نہ ڏکائي چاهين، پر ڪير جي انهن جي دل ڏکائيندو بہ، تہ ڪو احتجاج ڪرڻ بدران هو اندر ئي اندر ۾ جهڻ وسامي وينديون ۽ دل جي وساٽيل ڏيئي کي پنهنجن لڙڪن سان پيون روشن ڪنديون.

ڳوٺاڻين ڀينرن کي شهري عورتن کان ڪنهن بہ طرح سان گهٽ نہ ٿو چاڻي سگهجي، اسان جا هر ڳالهہ تي ليڪچر تہ، انهن کي هيئن ڪرڻ کپي، هونءَ ڪرڻ کپي، تعليم حاصل ڪرڻ کپي، محنت، صفائي، سڻائي وغيره ڪرڻ کپي، انهن ۾ وڏيڪ احساس محرومي پيدا ڪن. جن مان ايئن ٿو ظاهر ٿئي جڻ اسان جون ڳوٺاڻيون عورتون ڪجهہ چاڻين ئي نٿيون، نہ ڪم جون نہ ڪار جون! جا ڳالهہ يقيناً ناانصافي تي ٻڌل آهي، ڇو تہ ڳوٺاڻيون عورتون، جيتريون محنتي ۽ جفاڪش هونديون آهن، تهڙو مثال شهري عورتن ۾ ملڻ مشڪل آهي. واندڪائي جو هر پل سجايو ڪندي، ڪڏهين رليون پيون ٽاهينديون تہ ڪڏهين پرت پرينديون. جن هنرن جو ڪيترو مان آهي ڪيتري گهرج آهي، تنهن مان هر ڪو واقف آهي. رهي صفائي سڻائي تہ، اُن ۾ بہ هو پنهنجو مٽ پاڻ آهن. ٺڪر جا ڏوتل اُجرا ٿانو، پِسيءَ جا چِلڪندڙ وَٽا، چيڪي مٽيءَ سان ليپ ڏنل گهر، ڪچا ٻهاريل اڱڻ، انهيءَ خيال کي غلط ٿا ثابت ڪِن تہ رڳو شهري عورتون ئي صفائي واريون آهن. صفائي جو تعلق سِکڻ يا تعليم سان ناهي، ڇو تہ صفائي ۽ پاڪيزگي جو جذبو ڪنهن ڪنهن جي فطرت ۾ شامل هوندو آهي. ڳوٺن ۾ بہ گهڻيون زالون صفائيءَ جي طرفان غافل هونديون آهن تہ شهرن ۾ بہ ڪيتريون ئي پڙهيل ڳڙهيل صفائي طرفان بي پرواھ هونديون آهن. تنهن ڪري اهو چئي ڳوٺاڻن جي دل ڏکائڻ تہ اُت صفائي ناهي، وڏو ظلم چئبو. ها البت ڳوٺن ۾ تعليم جي گهٽتائي ضرور آهي، سا بہ ڳوٺاڻين ڀينرن جي محنت، جفاڪشي ۽ سگهڙاپ ڏسندي، انهن جي

دل وٽي تعليم جي گهٽتائي به پري ڪري سگهجي ٿي ۽ اهو سڀ سهڻي سوچ سان ئي ممڪن ٿي سگهي ٿو، نه ڪي واعظن ۽ ليڪچرن جي ڀرمار سان.

سوچ جو مرڪز سدائين کان دل ۽ دماغ رهيا آهن، پر سياڻا چوندا آهن ته هميشه دماغ سان سوچڻ گهرجي، ڇو ته جيڪي دل سان سوچيندا آهن، سي اڪثر نقصان ۾ ويندا آهن.

خبر ناهي ته دل سان سوچبو به آهي يا نه، جي دل سان سوچي سگهجي ٿو ته پوءِ ڦڦڙن سان ڇو نه ٿو سوچي سگهجي؟ ٻڪيون ڇو نه ٿيون سوچين؟ ڪليجي ڇو نه ٿي سوچي؟ پر اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته انساني جسم ۾ دل کي هڪ اهم، بلند ۽ مقدس مقام ضرور مليل آهي. اِن ۾ ڪنهن به شڪ يا شُبهي جي گنجائش ناهي. خوشي، غم، ڪاوڙ، جوش، حسد، نفرت، محبت ۽ ٻين ڪيترن ئي بينام جذبن کي صرف دل ئي محسوس ڪري ٿي. دل جي جيڪا حالت انهن جذبن مان پيدا ٿئي ٿي، انهيءَ مان هر انسان چڱي ريت واقف هوندو، ڪو صدمو رسيو ناهي، دل جي رفتار تي ڄڻ ڌڪ لڳي ويندو، ٻڏندي ويندي، وِسامندي ويندي، ٽنگن مان ڄڻ ست ساهه نڪري ويندو. جي ڪاوڙ آهي ته پوءِ دل جي رفتار تيز ٿي ويندي، ٻَت ڪنبڻ لڳندو ۽ جي خوشي آهي ته پوءِ سرشاريءَ سان ڄڻ جَهومڻ لڳندي، محبت آهي ته پاڻ قربان ڪرڻ لاءِ آتي ۽ ماندي هوندي. ڪا اهڙي زبان ناهي جنهن تي 'دل' جو نالو ناهي، ڪو اهڙو گيت ناهي جنهن ۾ لفظ 'دل' ڪم نه آندو ويو هجي. ڪنهن سياڻي شاعر پنهنجي سوچ جو اظهار هن طرح ڪيو آهي ته:

'مندر ڪي ٽوڙيو، مسجد ڪي ڊاهيو
دل ڪي نه ٽوڙيو، خدا جو گهر آهي !'

واقعي، ڪنهن جي دل ٽوڙڻ وڏو ظلم آهي. دل سڄي جسم ۾ هڪ انمول جواهر مِثل آهي ۽ جڏهين اِن کي ٽوڙيو ٿو وڃي ته پوءِ مٽڙن پولن سان به هِن کي جوڙي نه ٿو سگهجي. ها ايئن ضرور آهي ته نئين دؤر جا سائنسدان، جن کي دلين جو سوداگر به ڪٺي چئجي ته به عجب ناهي، دليون بدلايو ڇڏين ته جوڙيو به ڇڏين. پر انهن جذبن کي ته هو به هرگز نه جوڙي سگهندا، جيڪي اندر ئي اندر ڀَري ڀُڄي وڃن ٿا.

ڪي ماڻهو پنهنجي دل پاڻ ڏکوئيندا آهن، آهي پرخلوص هوندي به ڪٿن جا ڪچا، مَت جا مُوڙها ۽ ڪِنڊ جا ڪوڙها ٿين. يا ته اهڙو چوٽ چاڙهيندا جو بلي! يا ته آتان اهڙو ڏکو ڏيندا جو سَمنڊ جي ٻنهه تري ۾ ڪٽي ڦِتو ڪندا. اهڙا ماڻهو پنهنجي دل ويچاريءَ تي بدگمانين ۽ نفرتن جو چار پڪيڙي ظلم ڪندا آهن ۽ تاثر

اهو ڏيندا تہ سندن دل ڏکائي وئي آهي نہ قوت نہ بوڏ. سَوند سَچائي ويهي رهندا ۽ اڳلي جي دل کي پنهنجي اوچتي بي رَخيءَ سان پيا ڏکائيندا. جڏهين دل ۾ بدگمانيون جنم وٺنديون آهن، تڏهين چاهتون ۽ قربتون پاڻ مُرادو ختم ٿيو وڃن، ڇو تہ دلين جا رشتا بيحد نازڪ ٿيندا آهن..... شيشي جي خوابن جهڙا..... مسلسل ڪشمڪشون، قربتن کي فاصلن جو روپ ڏئي هميشہ لاءِ ٽوڙي بہ ڇڏينديون آهن.

*ريڊيو سيريز 'اديون ڇا ٿيڻ چاهيون'*

# درزيءَ کان ڏيڍريءَ تائين .....

دنيا جي انيڪ مسئلن مان درزي جو مسئلو به هڪ آهي، جيڪو ايڏو ته منجهائيندڙ آهي جو دل پئي چوندي ته ڪاش اهو زمانو وري واپس اچي وڃي جڏهين ماڻهو ڪکن پنن سان پنهنجي سَتر پوشي ڪندا هئا. تڏهين نه درزي جو مسئلو هوءَ نه ئي فتنگ خراب هئڻ جو فڪر!

ماهر درزين ته ڪڏوهوڪو وڏ ڪان وڏ ڪمائڻ جي چڪر ۾ وڃي دَبئي ۽ سعودي عرب وسايا آهن، باقي جيڪي ٻُهر بچي آهي، تِن درزين جو دماغ ته اونهين اڄ ڪلهه ستين آسمان تي چڙهيل آهي.

عيد برات يا شادين مُرادين جا ڏينهن ويجها پوندا ته درزي سڳورا پنهنجي اهميت جتائيندي، گراهڪن کي ايئن خوار ڪندا جو اصل ٻڌڻ پيو ايندو. پر به منهن جي پڪائي سان پنهنجي"انا" کي مجروح ڪري به سندن سِيٽ سهڻ وقت جي تقاضا چئبي.

وچولي طبقي جون عورتون ته ٻري جي ڳالهه آهن، پر اعليٰ طبقي جي سڪين سنهجڻ زالن کي به درزي لفٽ ڪرائڻ پنهنجي ڏنڏي جي شان خلاف پيا سمجهندا آهن. تڏهين اُهي بيگمات جيڪي وڏي شان مان سان پنهنجي ڪار ۾ سرتين ساهيڙن سان پيون گهمنديون ڦرنديون ۽ شاپنگون ڪنديون آهن تِن جهڙين اعليٰ مرتبن کي ڪار مان نهندي دسي، درزي حسبِ عادت اکيون ڍڪي پنهنجي ڪم ۾ مگن رهندو. هوءَ ويجهو اچي هٿ ۾ جهليل ڪپڙو پاڻ ئي نماڻائي مان اڳيان وڌائيندي چونديون. "ڪپڙا سباڻا آهن." ته سِيٽل درزي ڪنڌ ڪڻڻ ڪانسواءِ ئي اِن کي انڪار ۾ ڏوڻيندو. اهو "ڪنڌاڻو" جواب ٻڌي ۽ پنهنجي انّا کي زمين تي لِيٽرجندو ڏسي به مايون، وري پاڻ ئي پُڇنديون، "ڀلا ڪڏهين سبي ڏيندا؟" اک کڻي ڏسڻ بنا رُڪائي مان جواب ملندو "عيد ڪانپوءِ". اُن مهل درزي جو سمورو ڪاريگر عملو انهن ماين کي فلڪ مان ايئن پيو نهاريندو جڻ هو ڪپڙا سبائڻ نه پر پنڻ آيون هجن.

نااُميدي ۽ ڀڳل دل سان واپس پنهنجي ڪار ۾ ويهندي پڪ ئي پڪ ڪين

پنهنجي حيثيت اَن فقيرياڻي جهڙي لڳندي هوندي، جنهن کي هو پريان ڪان ئي ايندو ڏسي، ڪار جو شيشو چاڙهي ڇڏيندي آهن يا گهَنڊ پائي، ”معاف ڪر“ چونديون آهن.

ڪو درزي جي وڏن حيلن حجتن ڪانپوءِ ڪپڙا سبي به ڏيندو ته اُهي پائڻ ڪانپوءِ اَن مان ايترا ته نقص نڪرندا، جو دل ئي نه چوندي ته اُهي ڪٽي پائي ويجن ۽ جي دل جهلي درزي سان شڪايت ڪٽي ڪبي ته سوال ئي نه ٿو پيدا ٿئي جو هو پنهنجي غلطي مڃي. ماڳهين ڪاوڙجي هميشه لاءِ ڪپڙا ئي سبڻ ڇڏي ڏيندو. تنهن ڪري اهڙيون بيگمات پاڻ ئي پيون اِن کي ٺاهڻ جي ڪوشش ڪنديون، يا مرڳو اَن لباس تان هٿ ئي کڻي ڇڏينديون.

اِن ڏس ۾ هڪ خاتون ڏاڍي نماڻي ۽ مٺي لهجي ۾ درزي کي چيو: ” قميص ته ڏاڍي سٺي سبي اٿئو. خاص طور تي فِٽنگ جو ته جواب ئي ناهي، البت قميص جو ڳلو ٿورو ڇڪو تي پيو آهي، جي ٺيڪ ڪري ڏيندا ته اوهان جي وڏي مهرباني ٿيندي.“

درزي اچرج مان تارا ڦوٽاريندي چيو: ” ڳلو ڇڪو اٿس ! اِهو ڪيئن؟.“ ۽ پوءِ هو هڪ اونهي سوچ ۾ پئجي ويو. جنهن تي مائي جي همٿ ڪجهه وڌي ۽ مُرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين:”اوهان اڪثر منهنجي قيمصن جا ڳلا ڇِپا ٺاهيندا آهيو.“ ”چڱو ٺيڪ آهي، اوهان ڪپڙا ڇڏي وڃو. مان ڏسندس ته اهو نقص ڪيئن آهي.“

مائي خوش ٿي ڪپڙا ڇڏي وئي ته مَس مَس وڃي درزي پنهنجي غلطي قبولي آهي.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ هو ٻيهر مسڪراهٽ جو ماسڪ منهن تي پائي درزي ڏي وئي، ۽ قميص بابت پڇيو. درزي مامر ۾ مُرڪندي چيو:” اوهان جي قميص جو نُقص ملي ويو.“

”ملي ويو! اِهو ڪيئن ؟“ هَن خوش ٿيندي پڇو.

”مون تنهن ڏينهن وڏي سوچ ڪانپوءِ اهو حل ڳولي ڪڍيو ته ڳلا ڇِپا ڇو ٿا ٿين؟“

درزي جڻ ڪو اهم انڪشاف ڪرڻ وارو هو .....”ڇو ٿا ٿين؟“ هن ٿهائين خوشيءَ مان پڇيو.

”دراصل اوهان جي بدني بناوٽ..... منهنجو مطلب آهي ته اوهان جو هڪ شولڊر ٻئي جي مقابلي ۾ ٿورو هيٺ تي آهي!“

اهو ٻَڌي عورت جي ڇا حالت ٿي هوندي، ان جو اندازو اوهان پاڻ لڳائي سگهو ٿا. ڇو ته اهڙن معاملن ۾ عورتون هُون ئي گهڻيون حساس هونديون آهن.

ٻيون ڳالهيون تہ ڪٿي برداشت ڪري بہ وجن، پر پنهنجي ڪنهن عيب جي ظاهر ٿيڻ يا وڌندڙ عمر جي احساس کي برداشت ڪرڻ انهن لاءِ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. جواني ۾ تہ اِن پاسي ڌيان ئي نہ ويندو اٿن، پر حقيقتون بهرحال حقيقتون ئي ٿين. ڪي تہ اهڙيون اٽل آهن، جن کان انڪار ئي نہ ٿو ڪري سگهجي. حياتي ۾ هر ڪنهن جو اهڙي حقيقت سان واسطو پَوڻوئي آهي.

ٻڍاپو بہ زندگي جي هڪ حقيقت آهي، تہ ڳڻ اهو احساس بہ تہ زندگي جي ڪابہ شيءِ بقادار ناهي.

هڪ فئشن ايبل عورت، جنهن کي پنهنجي وڌندڙ عمر جو شدت سان احساس هو، ۽ تڏهين ئي هو نت نوان هار سينگار ڪري حقيقت کي دوکو ڏيڻ چاهيندي هئي، تنهن هڪ ڏينهن پنهنجي هڪ ساهيڙي کان صلاح گهري تہ "مان اسڪول ۾ ماستري ڪرڻ تي گهران، تنهنجو ڇا خيال آهي، ڪريان يا نہ.....؟"

"تو کي وري اوچتو ماستريءَ جي ڪهڙي ضرورت پيش آئي آهي؟"

" تازو بي-ايڊ ڪئي اٿم. گهر جي ڀر ۾ اسڪول بہ کليو آهي، اِن جي پرنسپال ڏاڍو زور ڀئي پري."

"پوءِ تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

"مان سوچيان پئي تہ واندي ويئي آهيان، ڇو نہ ڪٿي پڙهايان."

" ڪهڙي ڪلاس کي پڙهائيندئين؟"

"پهرئين يا ٻئي درجي جا ٻار پڙهائيندس."

"هَون....." ساهيڙي طنز مان وراڻيس.

"ٻار پڙهائيندئين ..... انهن کي پڙهائڻ سان ظاهر آهي تہ ٽينشن کان روز نرڙ تي گهنجَ پوندءِ، بلڊ پريشر چڙهندو ۽ چڙ ايندءِ ۽ ذهن ۾ عجيب قسم جي ڇڪتاڻ محسوس ٿيندءِ، تنهن سان تہ لازمي طور چهري تي اثر پوندءِ. ايترا پئسا اٿئي جو پوءِ اهي گهنج لهرائڻ لاءِ ولايت وڃين؟"

هوءَ سوچ ۾ پئجي وئي.....ساهيڙي وري چيس :" هونءَ تہ اجا پنج ڇهہ سال ڇڪي ويندئين، پر جي ماستري ڪيئہ تہ ڇهن مهينن ۾ ئي جُهورَ ٿي ويندئين." اهو ٻڌي هُن فيشن ايبل عورت ايئن ڇرڪ ڀريو ڇڻ ڏيڏري تي پير آيو هُجيس.....

ڳالهہ ڏيڏري جي نڪتي آهي تہ ڇو نہ اِن تي بہ ڪا روشني وجهجي جنهن جا قصا اڄ بہ سنڌي لوڪ ادب ۾ پيا ڳائجن. ڏيڏري آهي تہ تمام ننڍڙي پر جهڙي وهم جي ڳنڍڙي، هڪ ئي ٽِپي سان راڄن ۾ ٽاڪوڙا وجهي ڇڏيندي. اهاِ ڏيڏري ئي تہ هئي، جنهن اُٺ جهڙي قداور ڏور کي بہ ڌَڪائي ڇڏيو هو.

اها ڳالهہ ڪنهن کان لڪل ناهي تہ سائنس ڏينهون ڏينهن حيرت انگريز

ترقي ڪندي، ڪٿي جو ڪٿي وڃي پهتي آهي. زندگي جي هر شعبي ۾ اِن کي وڏي اهميت حاصل آهي. وڏن وڏن تجربن کانپوءِ سائنسي علاج به عروج تي پيا ڏِسجن. پر اها حقيقيت چٽبي ته ايڏين سائنسي ترقين کان پوءِ به علاج خاطر پراڻا ٽوٽڪا، ڦيٿا، ڦوڪارا، عقيدا ۽ وهم اڄ سوڏو نه رڳو قائم آهن، پر آزمايا به ٿا وڃن، جن ۾ ڳوٺاڻن جو ته اعتبار آهي ئي آهي، پر شهرن ۾ به پڙهيل ڪڙهيل ورلي ڪو ان وهمن مان آجا ملندا.

تازو هڪ شهري پير مرد کي قضا سان ڪڇ ۾ ڪا خوفناڪ ڪچو راٺي نڪتي. سندس خيال هو ته بي خيالي ۾ شايد ڪا مائي ڏيڏري هُن جي پير هيٺان پنهنجا پساه پورا ڪري چُڪي هئي، جنهن سبب ڪيس اها سزا ڪڇ ۾ ڳوڙهي جي صورت ۾ ڀوڳڻي پئي آهي. سندس گهر جي پڙهيل ڳڙهيل ياتين وٽ به اِن جو زمانن کان بدَل هڪ ئي علاج يا سوڻ هو ته ڏيڏري کي ڪا دير اُن ڳوڙهيءَ واري ڪڇ ۾ جهلي بيهڻ سان اها ڪچو راٺي ختم ٿي ويندي.

اها تجويز سورنهن آنا پير مرد جي هيان ۾ ڪِبي ته وئي پر هو جيٺري جاڳندي ڏيڏري کي ڪنهن به صورت ۾ ڪڇ ۾ رکڻ لاءِ تيار نه هو.

پر 'چرئي کي ڪو پنهنجي وَس چڏبو آهي' واري چواڻي، ڪنهن به ڪچو راٺي ورتل همراه تي ڪهل نه ڪئي.

علاجن ۾ جي ڪهلون ڪجن ته پوءِ باقي ڊاڪٽر به جيڪر وڃ ٽڪ کان ڪيبائين، اهو سوچي گهر وارن گهيرو ڪري، ڏيڏري ڪٿي سندس ڪڇ ۾ رکي، ۽ ٻانهن هيٺ ڪري ڪيس جهلي بيٺا. ويرم ئي نه گذري ته پير مرد اچي هيٺ ڦهڪو ڪيو، جو ڏيڏريءَ سان "بغلگير" ٿيندي ئي هُن جو هيانءُ اڦٽ ڦاٽي پيو. اُن مهل پريان کان اهو گانو پئي پڌڻ ۾ آيو ته "اڄ ڪانڊي آيا لوڙهه لَٽي ، ويو بي وس پنهنجي ماڳ مٽي"

ريبيو سيريز 'اديون ڇا پتايان'

# شاہ عبداللطيف ڀٽائي
# بحيثيت ماهر نفسيات

شاهہ سائين کي ماهر نفسيات بيان ڪرڻ کان اڳ اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ نفسيات ڇئبو ڇا کي آهي؟ نفسيات انساني زندگيءَ جي هر موڙ ۽ ساهہ جي هر حرڪت ۾ نمايان آهي. انسان جو خود پسندي ۽ خود نمائيءَ جو شڪار ٿيڻ، پنهنجو پاڻ کي ٻين کان گهٽ ۽ وڌ سمجهڻ. انسان جي فطري خواهش تہ هو ڪنهن کي چاهي ۽ ڪو هن کي چاهي. عشق جو مسئلو، ان جي ابتدا، عشق ۾ فراق ۽ وصال ٻنهي جو لازم ۽ ملزوم هئڻ. انسان جو وحشي ۽ ساڳئي وقت نرم دل ٿيڻ. نفرت ۽ پيار جو مادو. عورتن ۽ مردن جا هڪٻئي سان لاڳاپا. همدردي ۽ پيار جو شديد احساس. اهي سڀ نفسيات جا اظهار آهن. نفسيات ڇا آهي؟ ان جا سڀئي ۽ هر هڪ مظهر نہ سمجهي سگهبا آهن، نہ سمجهايا ويندا آهن، پر انهن جو احساس هر انسان جي دل جي هر حرڪت ۽ ڌڙڪڻ ۾ موجود هوندو آهي.

عمر ماروئيءَ جي داستان ۾ ايترو غم، ايترو اثر ڇو آهي؟ مومل، راڻي جي عشق ۾ ڇو اڙجي پئي؟ سسئي ۽ پنهونءَ ڇو هڪٻئي سان ساري زندگي گذارڻ جو قسم کاڌو؟ ڄام تماچي ڇو صرف نوريءَ تي ئي ايترو مهربان ٿيو؟ سسئي پنهون، عمر مارئي، مومل راڻو، نوري ڄام تماچي، سهڻي ميهار ۽ ليلا چنيسر جا ڪردار شاهہ صاحب ڇو چونڊيا؟ ٿورو غور ڪرڻ سان هر باشعور انسان کي هڪڙو ئي جواب ملندو تہ شاهہ صاحب شاعر هجڻ سان گڏ، هڪ ماهر نفسيات بہ هو. جنهن جي شاعريءَ ۾ حقيقت جو اهڙو تہ رنگ ڀريل آهي، جو ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ پنهنجي دل جو آواز ڇنيءَ طرح سان ٻڌي ۽ محسوس ڪري سگهي ٿو. هن پنهنجي ڪلام ۾ انساني زندگيءَ جي هر موڙ تي ان خاص سماج جي، جنهن جي هو پيداوار هو، ڀرپور ترجماني ڪئي آهي.

هر شاعر، مفڪر ۽ اديب ان سماج ۾ رهندڙ انسانن جي جذبات ۽ احساسات جي ترجماني ۽ عڪاسي ڪري ٿو. هو جيڪو ڪجهہ لکي يا چوي ٿو، ان جا موضوع بہ ڪيس ان ئي سماج مان چونڊڻا ٿا پون، جيڪي ڪيس ايستائين نہ ملي سگهندا، جيستائين هو نفسياتي طور انسانن جي مجموعي حرڪتن ۽

احساسن جي پرک نہ لهندو.

شاهہ صاحب بہ پنهنجي وقت جي، جن موضوعن کي مختلف ڪردارن جي رنگ ۾ پيش ڪيو آهي، اهي بنهہ نفسياتي آهن، جنهن صحيح معنيٰ ۾ حالتن ۾ سنڌ ڌرتيءَ جي عوام جي ترجماني ڪئي آهي. دنيا جي مشهور ماهر- نفسيات "ينگ" جو مقولو آهي تہ، "ماهر نفسيات لاءِ عوام جي فطرت جو ترجمان هئڻ سان گڏ اهو بہ ضروري آهي تہ هن جي پرورش اهڙي ماحول ۾ ٿي هجي، جنهن ۾ هن جي زندگيءَ جو هڪ وڏو حصو عام ماڻهن جي صحبت ۾ گذريو هجي." انهي نظريي کي سامهون رکندي ڀٽائيءَ جي ڪلام ڏانهن نظر ورائبي تہ اِهو محسوس ٿيندو تہ هن عام ماڻهن جي جذبات ۽ فطرت جي جيڪا ترجماني ڪئي آهي، تنهن مان صاف ظاهر آهي تہ هو هڪ عوامي شاعر ڪان علاوه ماهر نفسيات بہ هو. اها ڳالهہ سندس ڪلام ۾ پڻ واضع ٿيل آهي تہ هن عشق جي سڀني داستانن ۾ پيار سان ڪنهن بہ رشتي کي لاڳو نہ ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي خيال موجب پيار ۽ محبت سان ڪنهن بہ رشتي جو تعلق پيدا ڪرڻ، پيار جي گهٽتائي ڪرڻ آهي.

انسان فطري ۽ نفسياتي طور خوشي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندو آهي، پر ساڳئي وقت جيڪڏهن ان جي زندگيءَ ۾ غم جو ڪو عنصر شامل نہ هوندو، تہ سندس زندگي خالي، ڦڪي ۽ بي سوادي پئي نظر ايندي. شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ عشق ۽ محبت جا ڪيترائي داستان بيان ڪيا آهن تہ جدائي ۽ وصال جون حقيقتون بہ. پر جدائي ۽ بيوفائيءَ جي قصن کي خاص اهميت ڏني اٿس، خوشي ۽ غم هڪ ٻئي جي ابتڙ احساسن جا نالا آهن، پر اهي ڇو هڪ ئي وقت انساني ذهن ۽ جذبات تي اثر انداز ٿيون ٿين ۽ تسڪين بہ ٿيون ڏين، اهو انهيءَ ڪري تہ نفسياتي طور اهي سڀ ڳالهيون ضرورتن جو روپ ڌاري چڪيون آهن ۽ ڪنهن بہ وقت انساني خيال ۽ عمل ڪان الڳ ٿي نٿيون سگهن.

شاهہ ڀٽائي جو هڪ نينگر سان پيار.. سندس چيچ کي ڏسڻ ۽ پڪڙڻ..... تنهن ڪانپوءِ جا واقعات. جيڪڏهن انهن سڀني ڪڙين کي ملائبو تہ هڪ پوري نفسياتي ڪهاڻي ٻڌجي پوندي.

هن جو رڻن ۽ پٽن ۾ ڪهمڻ، ٿرن ۽ واري ۾ لتجي وڃڻ اِهي سمورا واقعا، نفسيات جو مظهر هئا.

"لڳي لڳي واءُ - ويا انگڙا لتجي."

انهيءَ مان اها ڳالهہ ثابت ٿئي ٿي تہ شاهہ لطيف پنهنجي جوانيءَ جي زماني ڪان وٺي نفسيات جو ڄاڻو هو.

شاعري ۽ محبت جو پاڻ ۾ گهاٽو لاڳاپو آهي. شاهہ، عورت کي محبت جو مجسم ڄاڻي، پنهنجي شعر کي عورت جي زباني پيش ڪيو آهي پر انهيءَ مان

رڳو عورت جي اهميت ئي واضع نٿي ٿئي، بلڪ مرد به ان ڏس ۾ پوئتي ناهي! شاهه جي رسالي ۾ سسئي، پنهون، سهڻي، ميهار، لاءِ جيڪي شعر چيل آهن، تن مان ظاهر آهي ته مرد ۽ عورت، پنهيءَ جي زندگي هڪ ٻئي کانسواءِ نامڪمل ۽ ناممڪن آهي. شاهه صاحب انهيءَ رُخ کان پڻ عورتن جي نفسيات کي واضع ڪندي، انهن جي جذبات ۽ احساسات جي اهڙي ته سهڻي طرح سان عڪاسي ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو آهي جو ڪنهن به ماهر نفسيات، ان ريت عورت جي جذبات جي صحيح عڪاسي ۽ ترجماني نه ڪئي هوندي.

شاهه لطيف عورت جي محبت کي، جنهن بلند نظرئي سان پيش ڪيو آهي، هڪ ماهر نفسيات ئي اهڙي طرح پيش ڪري سگهي ٿو. هن اهو به واضع ڪيو آهي ته عورت جڏهن ڪنهن مرد جي محبت ۾ گرفتار ٿئي ٿي ته ان جي سامهون ذاتي مفاد ۽ مقصد نٿو ٿئي، بلڪ هو انهيءَ کان گهڻو بلند ۽ پاڪ مقصد لاءِ جدوجهد ڪري ٿي، جنهن کي شعوري تعلق چيو ويندو آهي. انسان جي سامهون جڏهن ڪو اهڙو مقصد هجي، جيڪو ذاتيات يا ذاتي مفاد کان بلند تر سمجهيو وڃي، ته اهو زندگيءَ ۾ هڪ نمايان تبديلي پيدا ڪندو. جڏهين ذاتي مفاد سامهون هجي، تڏهين زندگيءَ جو مقصد صرف پنهنجي خواهش جي تڪميل، مسرت، ذاتي اطمينان ۽ آرام ئي هوندو، پر جڏهين زندگي جي اقتدار ۾ تبديلي ٿئي ٿي، ۽ ذاتي مفاد جي بجاءِ هڪ بلند تر ۽ وسيع تر مفاد سامهون اچي ٿو تڏهن زندگي جي ڪامرانين ۽ مسرتن جو معيار يڪسر بدلجو وڃي، مسرتن سان گڏوگڏ غم به هڪ حقيقت معلوم ٿيڻ لڳي ٿو ۽ جيڪي شيون ذاتي مفاد جي معيار کان مسرت جو باعث هيون، پوءِ زندگي لاءِ ناقابل قبول نظر ٿيون اچن. ڏک، درد ۽ مشڪلات زندگي لاءِ لازم حقيقتون معلوم ٿيندا آهن ۽ جڏهن عورت جي دل ۾ محبت انهي بلند مقصد جي روپ ۾ پيدا ٿئي ٿي ته پوءِ ان جي سامهون ذاتي مفاد بلڪل باقي نٿو رهي.

اهڙيءَ طرح هن جي زندگي ۾ هڪ نئون پاڪيزه، بي لوث، بي غرض ۽ بلند مقصد پيدا ٿيو وڃي، جيڪو هن کي زندگي جي لڪل حقيقتن کان آشنا ڪرائي ٿو.

ڀٽائي جي رسالي ۾ سڀ کان وڏي خوبي اها آهي ته ڪيترن ئي نفسياتي ڪتابن جيان هي صرف انساني زندگيءَ جي پيچيده مسئلن جو حل پيش ڪرڻ لاءِ چند آسان ۽ مقرر ڪيل اصولن کي پيش ڪرڻ تي ئي قناعت نٿو ڪري، بلڪه زندگيءَ جي هر پهلوءَ جو نفسياتي تجزيو پيش ڪري ٿو ۽ جنهن سان پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن کي اهو موقعو ملي ٿو ته هو انهيءَ جي روشنيءَ ۾ پاڻ کي سمجهن ۽ پنهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهن.

اسانجي تهذيب اڄ انهيءَ منزل تي پهچي چڪي آهي، جتي اڄ اسانکي انهيءَ ڳالهه جي شديد ضرورت محسوس ٿئي ٿي تہ اسين پنهنجي باري ۾ شعوري آگاهي حاصل ڪريون ۽ هڪ ٻئي کي شعوري ۽ نفسياتي طور سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ۽ باهمي همدردي، پيار ۽ همت سان هڪ ٻئي جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ تعاون ۽ مدد ڪريون. شاهہ جو رسالو وقت جي انهيءَ تمام وڏي ۽ اهم ضرورت کي پورو ڪري ٿو.

مشهور مغربي مفڪر ڊاڪٽر سورلي، شاهہ ڀٽائي تي ڪافي ريسرچ ڪئي آهي ۽ پنهنجي ڪتاب ۾ کيس خراج عقيدت پيش ڪندي هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ "ڀٽائي، جنهن ماحول ۾ رهندي انساني فطرت ۽ جذبات جي جيڪا ترجماني ڪئي آهي اها هڪ ماهر نفسيات بہ نٿو ڪري سگهي."

شاهہ جو رسالو عورت ۽ مرد کي پيار، جي تعلق سان پنهنجي حقيقت، پنهنجن مسئلن کي سمجهڻ ۽ مرد کي عورت جي زندگيءَ جي حقيقت کي ڇاڻڻ جو موقعو ڏئي ٿو. شاهہ جي رسالي ۾ نيٺ نفسياتي شعر پيش ڪيل آهي، تنهن ڪري انهيءَ کي سمجهڻ لاءِ صرف ظاهري معنيٰ ۾ نہ پر ڳوڙهي سوچ ويچار جي ضرورت پيش اچي ٿي.

ڪن هنڌن تي سندس شعر ڪافي مشڪل نظر اچن ٿا پر انهن ۾ جيڪي حقيقتون پوشيده آهن، تن کي سمجهڻ بيحد ضروري آهي. اسانجي زندگي جي گهڻن مشڪلاتن جو سبب انهن حقيقتن کان لاعلمي آهي. شاهہ جي رسالي پڙهڻ کان پوءِ اسين فخر سان چئي سگهون ٿا تہ علم نفسيات ۾ ماهر ٿيڻ رڳو مغربي مفڪرن جي حصي ۾ نہ آيو آهي، بلڪہ ڀٽائي بہ ڪنهن حالت ۾ انهن کان گهٽ نہ هو.

'نئين زندگي' - ڪراچي

# نند نگر جو راهي

اسانجو ادبي همسفر.. اسانجو دوست ۽ پيارو ياءُ رشيد ڀٽي، نيٺ وڃي انهن راهن جو راهي ٿيو، جن تي هلڻ کان هر ڪير هن پنهنجا قدم روڪي رکيا هئا.... محض ان آسري.... اِن اميد تي ڪيس ولايت جي وڏي ۽ ڀلي اسپتال ۾ علاج ڪرائي، نئو بنو ٿي نَون امنگن ۽ آرزوئن سان وطن واپس ورٽو هو، پر جيئن پوءِ تيئن علاج ۾ دير پوڻ ڪري، هن ولايت وڃڻ کان اڳ اهڙي ولايت وڃي وسائي، جتان ڪو به نه موٽيو آهي.

پرڏيهه ۾ علاج لاءِ موڪلڻ جا سڪتا آسرا ۽ دلاسا نيٺ به ڪيس ڪيترو زنده رکي سگهن ها. زندگيءَ کي پنهنجي وجود سان زنده رکڻ واري رشيد ڀٽي هر ڳالهه کان لاتعلق ٿي اجهان ابدي نند ننڊ ننڊ نئي ماڻڻ چاهي، هن جيئڻ تي چاهيو..... اهو چاڻندي به ته سندس قدم ڪيس اڻ چاتل سفر ڏي وٺي وڃڻ لاءِ آتا آهن. انهن راهن تي هلڻ کان پاڻ بچائڻ لاءِ هن وڏا وس ڪيا..... شينهن جهڙي دل رکندڙ هن ڪمزور ۽ بيمار انسان، موت جي اکين ۾ اکيون وجهي آخري دم تائين ان سان مقابلو ڪيو ۽ همت نه هاري..... ابدي نند سمهڻ کان به ڏينهن اڳ نازڪ حالت ۾ به هن پنهنجي دل گهرئي دوست فتاح ملڪ کي پاڻ لاءِ پريشان ڏسي، ڪيس پنهنجي ڪمزور ٻانهن جا ڏورا ڏيکاريندي چيو:

”ڏس، مون ۾ اجا ڪيتري طاقت آهي..... تون فڪر مند نه ٿي....“ ائين چوندي هو غشيءَ ۾ پئجي ويو. فتاح هڪ وار وري پنهنجي تسلي ڪرڻ چاهي،

”يلا ٺهڪ ته ڏيئي ڏيکار ادا.....“ دوست جي دلداريءَ لاءِ هندريڊ والٽ واري بلب جهڙي روشن ٺهڪ جو تجلو ٿيو..... ٻي ئي پلَ چڻ بلب فيوز ٿي ويو..... هن جو ڪنڌ ڍرڪي ٿي ويو، جنهن کي هن پنهنجي مڙني طاقتن سان سنڀاليندي، موت سان مقابلو تي ڪيو. تشويشناڪ صورتحال ڏسي فتاح اتان چرڻ ئي نئي چاهيو، پر چپائينس، ”تون هاڻي گهر هل..... مان بلڪل ٺيڪ آهيان.....“ ان ئي ڏينهن هن جي دوستن، تنوير عباسي ۽ حميد سنڌي وس وارن ڏي تارون ڪري رشيد ڀٽي جي نازڪ حالت کان آگاهه ڪيو، پر وريو ڪي

ڪين. ساڳي ڪن لاٿار..... چڻ ٻيرن ڪان ٻير تي گهريائون..... ڪين ڪهڙي خبر ته هو اهو آخري ايلاز ڪري رهيا هئا. پنهنجي پياري دوست جي زندگي بچائڻ لاءِ..... ٻئي ڏينهن ڪيس انتهائي نازڪ حالت ۾ ڪراچي اسپتال آندو ويو. ساڳي غشي..... بيهوشي..... پر اندر ئي اندر مقابلا هئس موت سان. پل ڪن لاءِ شاڪن وسيلي هوش ۾ آيس ته گهر وارن کي دلاسو ٿي ڏنائين:

" ڪجهه نه ٿيندو،ماکي ڪجهه به نه ٿيندو..... مان نيڪ ٿي ويندس.....

"وري غشي..... موت سان ونجهه وٺي..... ملهه.. ٻڪ..... آنگڙو..... ٻارن جي آه وزاري تي هڪ وار وري ڪين دلداري..... "مان نيڪ آهيان..... ڏسو، توهان کي سڀاڻي سگهان پيو....." هو هڪ هڪ جو نالو ڪٺي ٿو..... ٻي ئي لمحي ڪنڌ لڙي ٿو وڃيس.....

زندگي سان ڀرپور پيار ڪندڙ رشيد ڀٽي، ناميارو ليکڪ، عظيم انقلابي دانشور، برک وڪيل، صحافي ۽ سڀ کان وڌيڪ هڪ اعليٰ انسان، اسپتال جي روشن ڪمري ۾ ڪڏهن نه جاڳڻ واري ننڊ سمهي چڪو هو. هن جي اوچتي، بي وقتائتي ۽ دک ڏائڪ وڇوڙي کي ذهن ۽ دل قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. موت برابر قدرتي عمل آهي، پر موجوده حالتن ۾ شايد ئي ڪنهن خوش نصيب کي قدرتي موت ايندو هجي. ڇاڪاڻ جو اسان جي ملڪي مشينري هر معاملي ۾ ايڏي ته خود ڪفيل ٿي پئي آهي، جو قدرت کي تڪليف ڏيڻ بدران اهو نيڪو به پنهنجي سر کڻي ڇڏيو آهي، جتي آئي ڏينهن حادثاتي، قتل و غارت ۽ ذهني اذيتن وارن موتن جي ذريعي عمل ٿيندو ٿو رهي. رشيد ڀٽيءَ جي زندگيءَ جو انت به قدرتي موت بجاءِ ذهني اذيتن واري موت ذريعي ٿيو.

اڄ جي غير محفوظ، 'ڪاتي مار ڪاتي جيار' جهڙين حالتن ۾ گهٽن جو جيئڻ تان ارواح ئي کڄي ويو آهي، پر ڀٽيءَ جهڙي بهادر ۽ باهمت انسان ڪڏهن به ناسازگار حالتن کان دلشڪستو ٿي هانءُ نه هاريو. هن ۾ جيئڻ جون ڀرپور اُمنگون هيون ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ به ادب جي خدمت ڪرڻ کان وسان نه گهٽايو. هو انهن اديبن مان هڪ هو جيڪي پنهنجون حياتيون ادب لاءِ وقف ڪري ڇڏيندا آهن. ڪيس زنده رهڻ ڏنو وڃي ها ته اڃان به پنهنجي بي مثال تحريرن سان سنڌي ادب کي سينگاريندو رهي ها..... پر ڪڏهن ڪڏهن نه چاهيندي به دلين تي پٿر رکي ورهاڱا قبول ڪرڻا پوندا آهن. رشيد ڀٽيءَ جو موت به هڪ ورهاڱو آهي، جسم ۽ روح جو ..... هن جو جسد خاڪي سنڌ ڌرتيءَ جي هنج ۾ آرامي آهي، پر هن جو روح سندس لازوال قلمي پورهئي وسيلي سدائين اسان جي وچ ۾ رهندو، ۽ تاريخ جي هر دور ۾ هر نسل سان گڏ هوندو.

رشيد ڀٽي ... ۽ حقيقت پسند انسان هو، جنهن ڪڏهين پنهنجي به

مصلحتن سان سمجھوتو نہ ڪيو. ڳالھہ ڪندو تہ صاف ۽ ڪري، جنھن ۾ نہ منافقاڻو رويو هوندو، نہ ئي ڪنھن جي اجائي طرفداري. حقيقت پسنديءَ جو ثبوت ڏيندي جيڪڏهن ڪا سخت يا ڪري ڳالھہ بہ ڪئي هوندائين تہ آها ناگوار لڳڻ بجاءِ ٺڏيءَ دل سان ڪجھہ نہ ڪجھہ سوچڻ تي مجبور ڪندي هئي. اِهو ان ڪري جو ڪيس هڪ خير خواھ جيان ڳالھہ ڪرڻ جو ڏانءُ هو.

رشيد ڀٽي بلند ڪردار وارو مھذب ۽ شريف النفس انسان هو. تکو مٺو جاندار، طنز ۽ ذهانت ڀريو مزاح هن جي فطرت ۾ شامل هئا. توڙي جو وڏو عالم، مفڪر ۽ انقلابي دانشور هو، پر هن ڪڏهن بہ دانشوراڻي خول ۾ بند ٿي پاڻ کي مٿانهون ثابت ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي.

عام طرح سان ماڻھو بيمارين ۽ ٻين ذهني اذيتن سببان زندگيءَ کان مايوس ٿي وڃڻ واريون ڳالهيون ڪندا آهن، پر هن شديد بيماريءَ دوران بہ اهڙا ڪي تاثرات نہ ڏنا ۽ ان حالت ۾ بہ هو اڪثر اهڙا گفتا ڪيدي ويهندو هو، جو نہ رڳو اوڏيءَ مھل ماڻھو کل ۾ ڪيرو ٿي پوندو، پر جي اڪيلائيءَ ۾ بہ پٽيءَ جي ڳالھہ ياد پوندس تہ آمالڪ کلي ڏيندو. رشيد ڀٽي زندگي ۽ ان سان لاڳاپيل هر شعبي جي نہ رڳو گھٽو ويجھو رهيو آهي، پر ان ۾ گھري دلچسپي بہ ورتي آهي، ان ڪري زندگيءَ جون مڙئي حقيقتون هن اڳيان چڻ بي نقاب هيون ...... هو سنڌ واسين جي موجوده حالتن تي ڪافي فڪرمند رهندو هو. تازي ٿيل ملاقات دوران هن اِها ڳالھہ ڏاڍي ڏک مان ڪئي هئي تہ سنڌي پنھنجا حق حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ويا آهن، ليڊرن جي بيان بازين مان بہ ڪو خاص نتيجو ناهي نڪتو، جنھن جو مکيہ ڪارڻ هن اهو ڄاڻايو تہ اسان ۾ صلاحيتون تہ گھٽي ئي آهن، پر ٻَڌي ۽ ايڪو ناهي. اسان ڪا ڏهن ميمبرن واري هڪ پارٽي ٺاهينداسين تہ ٻڌي نہ هئڻ سبب ان ۾ تڙي ڪڙي ڏھہ پارٽيون ٺهي پونديون پر ڪا ٻي قوم ترقي ڪري ٿي تہ ان جو سبب رڳو اهو آهي تہ پنج ڇٽا بہ هوندا تہ انهن جي هڪ ئي مضبوط پارٽي هوندي.

انساني ذهن کي جڏهن ڄاڻي ٻجھي مسلسل انتشار جو شڪار ٿو بنايو وڃي، تہ دل ۽ دماغ سان گڏ هو نہ رڳو پاڻ اندر ئي اندر پَچندو پُرندو ٿو رهي، پر هن سان وابستہ زندگيون بہ ساڳيو عذاب ٿيون ڀوڳين. اهو ئي سبب آهي جو ڀاءُ رشيد جي اهليہ، ڀاڀي سڪينا پنھنجي ڀتار جي جُھرندڙ حالت ڏسي پاڻ بہ هر گھڙي هر پل جھرندي رهي آهي، نتيجي ۾ ڪيس بہ ڪيترين ئي بيمارين اچي ورايو آهي . ان جو جوابدار ۽ ڏوهاري ڪنھن کي چئجي؟

جيستائين اديبن ۾ رت پٽ هوندو آهي تہ ڪين 'ملڪي سرمائي' جا لقب لائي، سرڪاري سيمينارن ۽ ڪانفرنس ۾ تقريرن دوران، سندن فرض فريضا ياد

ڏياريندي، حياتيون، ملڪ ۾ عوام جي ڀلائي لاءِ وقف ڪرڻ جا درس ڏنا ويندا آهن. جڏهن تہ اهو اديب ئي ڪهڙو ڇٽبو، جنهن ۾ پنهنجي ذميدارن ڪي سمجهڻ جو شعور نہ هجي. نيٺ بہ ڪو اديب قلم ڪي جهنجٽي طور تہ هٿ ۾ ناهي ڪٺندو! ادبين تي درسن ۾ نصيحتن جا ڏوڙيا وسائڻ ڪان پوءِ بہ انهن تي جڏهن ڪا ڏکي مهل ٿي اچي يا بيماريءَ جي پيڙا وڪوڙي ٿي وجي تہ ڏيان ڇڪائڻ جي باوجود بہ واسطيدار وزارت وارا ڪَنَ ٽي نہ ڏيندا آهن. ان رويي سان هڪ حساس اديب يا فنڪار جي عزت نفس کي جيترو اسان وٽ مجروح ڪيو ٿو وڃي، شايد ئي ڪٿي اهڙو مثال ملي. انهن ڪان الائجي اهو ڇو وسري ويندو آهي تہ معاشري جي ڪنهن بہ خوددار ليکڪ يا فنڪار کي رڳو شاباسين، انعامن ۽ تحفن ذريعي نہ ٿو جياري سگهجي. اهي اديب جيڪي پنهنجي سڄي زندگي قوم ۽ معاشري جي ڀلائي لاءِ وقف ٿا ڪيو ڇڏين، انهن جي علاج لاءِ ليلائي ليلائي جڏهن وس وارن جو ڌيان ڇڪائبو آهي تہ ائين لڳندو آهي ڄڻ ڪانئن پنهنجو حق نہ پر خيرات پئي گهرجي. سمجھ ۾ نہ ٿو اچي تہ اديب ۽ فنڪار جيڪي معاشري جا حساس ترين فرد آهن، تن سان اهڙو نظراندازيءَ وارو رويو ڇو ٿو اختيار ڪيو وڃي. ان ڳالهہ جو ڇِٽو مثال رشيد ڀٽي آهي. ڇا ڪيس پرڏيهہ موڪلڻ سان ملڪي خزانا خالي ٿي وڃن ها؟ ڪيس وڃائڻ تي اڄ سڄي سنڌ ماتم ڪري روئي رهي آهي. ڪيئن ٿيندو ان جو داد فرياد؟ اهوسيءُ ڏسندي دل چوندي آهي تہ ڇو لکجي، ڇا لاءِ وقف ڪجي، پنهنجي حياتي ان بي حس ۽ غير محفوظ معاشري لاءِ، جنهن ۾ اديب يا فنڪار ڪي ڪو تحفظ ئي ناهي.

رشيد ڀٽيءَ جي بي وقتائتي موت سان سنڌي ادب، سنڌ ڌرتي ۽ سنڌ جي رهواسين جو جيڪو نقصان ٿيو آهي، تنهن جو خال حڪومت اسان کي ڪيئن ڀري ڏيندي ؟

ڇا فقط هڪ تعزيتي تار يا ورجايل بيان ذريعي، رشيد ڀٽيءَ کي وڃائڻ جو ڏک دور ٿي سگهندو؟

*'مهراڻ آرٽس ڪائونسل ۾ پڙهيل مقالو'*

# ويا جي هنگلور

تان ڪي ساٿن اور جان آهن اوطاقن ۾
ڏمـ ڏمر پيرا ڏينهن ۾ پاڻ متانئن گهور
ويا جي هنگلور، تہ ڪرم ملندءِ ڪا پڙي
(شاه)

رشيد ڀتي ائين اچانڪ "هنگلور" هليو ويندو، اهو ڪير سوچي سگهيو ٿي ڀلا؟

ڏينهون ڏينهن سندس جهرندڙ حالت ڏسي، گهڙي پل لاءِ ڪي شڪ گمان من ۾ ڪٿي آيا بہ هوندا، تہ هن جي روشن مُرڪ، جاندار جذبن، اڏول ارادن ۽ بلند حوصلن جي اڳيان انهن جي ڇا مجال هئي، جو گهڻي دير جالي سگهن..... هَن جي انهن ئي لافاني ۽ لازوال خوبين جي آسري، دلين کي دمر دلاسا پيا ڏبا هئا تہ اسان جو ادبي همر سفر، اسان جو دوست ۽ پيارو ڀاءُ رشيد ڀتي، اجان ننڍ نگر جي اڻ ڇاتل پيچرن جي واٽ وٺڻ وارن مان نہ هو.

وچ ۾ جڏهن مهينو کن طبيعت ڏاڍي خراب ٿي پئي هئس تڏهن لاشڪ تہ انت نگر جون راهون هَن لاءِ واجهائڻ لڳيون. شايد تہ هو انهي ماڳ تي هلي بہ پوي ها، جو زندگي واڪا ڪري ڪيس سڏڻ لڳي ۽ هو بهادرن جيان موت کي ڌڪي، زندگي سان اچي گلي مليو.

ائين مڙسي سان مقابلو ڪري موٽي اچڻ هَن لاءِ ڇڻ ڪا معمولي ڳالهہ هئي، جنهن تي نہ ڪيس ڪو اچرج لڳو، نہ ئي فخر محسوس ٿيو. باقي اسان کي سو ان اندازِ بي نيازي خوش فهمين ۾ وجهي ڇڏيو، تہ ڪيس ڪجهہ بہ ناهي ٿيڻو. ويساهہ ئي نتي آيو تہ زندگي سان ڀرپور، هي جاندار شخص ڪڏهن بيمارين ۾ گهيرجي، اسان کان ڌار ٿي سگهندو.

ڀاءُ رشيد پنهنجي زندگي ۾ هر شيءِ تي فتح حاصل ڪئي، ايتري قدر جو آخري لمحن ۾ بہ همت نہ هاريندي، پنهنجي اڪيل اُڪرڻيل ساهہ سان ٻچڙن کي دلداري ڏيندي، دوستن ڏي فون ڪرائي دلاسا موڪليندو رهيو، تہ ڪيس ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. ڪيڏو نہ اعتماد هئس پنهنجو پاڻ تي، پنهنجي حياتي تي ...... اهي سمورا دليل ان ڳالهہ جا شاهد آهن تہ رشيد ڀتي شڪست ۽ نا اميدي جو ڪڏهن

قائل ٿي نہ هو ۽ ويندي ويندي بہ حالتن سان مقابلو ڪرڻ جو نہ وسرندڙ مثال قائم ڪري ويو.

هُو نهايت خوش مزاج، زندهہ دل ۽ ٻئي ڪي ڏيان سان ٻڌڻ وارو شريف النفس ۽ مهذب انسان هو. جنهن اونداڻي دور خلاف هلچل هلائي وڏا جيل ڪاٽيا، تڏهن بہ سدائين سر بلند رهيو، نہ ڪڏهن جهڪيو نہ سمجهوتو ڪيو.

عام زندگي يا سياسي زندگي ۾ پيش ايندڙ ناسازگار حالتن سان تہ هن ڪٿي ڪڏهن ڪامپرومائيز نہ ڪيو، پر لکڻين ۾ بہ اوليت پنهنجي نظرين کي ئي ڏني، جنهن ۾ ڦيرڦار آڻڻ لاءِ ڪنهن بہ قيمت تي تيار نہ ٿيو.

پنهنجي تخليقي سگهہ کان با خبر هن سچاڻ ليکڪ سدائين مقصد کي آڏو رکي لکيو، ڪيس ڪڏهن بہ شهرت جي ضرورت نہ محسوس ٿي ۽ نہ ئي پاڻ کي شهرت يافتہ ثابت ڪرڻ لاءِ هن ڪي هيلا هلايا. چاڪاڻ تہ هو رڳو پنهنجي تسڪين لاءِ نہ پر ماڻهن کي ڪجهہ ڏيڻ ۽ ڏسڻ لاءِ لکندو رهيو.

اصول پرست ۽ حقيقت پسند انسان هئڻ ڪري، ڳالهہ ڪندو تہ صاف ۽ کري، جنهن ۾ نہ منافقاڻو رويو هوندو، نہ ئي ڪنهن جي اجائي طرفداري، تکو مٺو جاندار طنز ۽ ذهانت ڀريو مذاح هن جي فطرت ۾ شامل هو. توڙي جو وڏو عالم، مفڪر ۽ انقلابي دانشور هو پر هن ڪڏهن بہ دانشوراڻي خول ۾ بند ٿي پاڻ کي مٿانهون ثابت ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، پر وقت پاڻ ئي پڌرو ڪري ڏيکاريو تہ هو قول ۽ فعل ۾ سچو ۽ کرو هئڻ ڪري سدائين مٿانهون رهيو ۽ رهندو.

رشيد ڀٽي جي تحرير جو هر لفظ سنڌ ۽ سنڌ واسين لاءِ وقف هو، هن پنهنجي هر تحرير وسيلي سنڌ ڌرتي جي عام ماڻهن جي اندر جي گهراين کي ڇهڻ سان گڏ سندن گهائن ۽ ڏکن کي بہ محسوس ڪيو. ان ڪري ئي عام توڙي خاص، عالمن ۽ دانشورن کان ويندي مسڪين مزدورن ۽ پورهيتن بہ هَن جي تحرير کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون.

ڪالم هجي يا ڊائري، ڊرامو هجي يا مقالو، رشيد ڀٽي اصل ڇيهہ ڪري ڇڏيندو. جيڪي ڏسندو، اهو سولي ۽ سادي زبان ۾ لکندو. هن تخليقي ادب سان گڏ تحقيقي ادب ۾ بہ پاڻ ميڙايو تہ انساني نفسيات جي بہ ڪيس چڱي ڄاڻ هئي، هن ويجهڙائي ۾ جيڪي ڪهاڻيون لکيون انهن ۾ سندس ڪردارن جا نفسياتي تجزيا عروج تي نظر ايندا.

پڇاڙي جي ڏينهن ۾ بہ رشيد ڀٽي ادب جي خدمت ڪرڻ کان وسان نہ گهٽايو، ان ڏس ۾ سندس آخري مضمون مرحوم عبدالواحد سنڌي صاحب تي هو جيڪو هَن وڇڙڻ کان صرف ست اٺ ڏينهن اڳ "هلال پاڪستان" ۾ ڏنو.

هو انهن ادبين مان هو جيڪي پنهنجي جند جان ادب تان گهوري ڇڏيندا آهن. هن ۾ جيئڻ جون ڀرپور امنگون هيون. ڪيس زندهه رهڻ ڏنو وڃي ها ته اجا بہ پنهنجي بي مثال تحريرن سان سنڌي ادب کي سينگاريندو رهي ها.

رشيد ڀٽي جا شوق بہ سو فيصد عالماڻا هئا. ڪتابن جو شيدائي هئڻ ڪري وٽس نهايت سٺي ڪليڪشن واري لائبريري هئي. ائين ڪڏهن بہ نہ ٿيو تہ حيدرآباد اچي، هن ڪتاب خريد ڪرڻ وساريا هجن. ادب سان ان چاهہ سبب سندس مطالعو بيحد وسيع هو. مختلف موضوعن جهڙوڪ: فلسفو، سياست ۽ خاص طور سنڌ جي تاريخ بابت ڪيس سٺي ڄاڻ هئي، ان حوالي سان هُن سنڌ جون تاريخي جايون جڳهون ۽ آثار قديما جا کنڊر وغيره ڏسڻ جو وجهہ ڪڏهن بہ هٿان نہ وڃايو. ڪيس سنڌ جي قديم توڙي جديد جاگرافي ۽ سر زمين سان واسطو رکندڙ هر شيءِ نهايت گهڻي عزيز هئي. هن خوش مزاج ۽ زنده دل انسان پنهنجي شروعاتي زندگي ۾ گهڻو ڪجهہ سٺو، ڪشمڪش ۽ جاکوڙن ۾ بہ هن گهڻي مزاحيہ ۽ طنزيہ مضمون لکيا سڏڪن ۽ لڙڪن کي ٽهڪن ۽ مرڪن ۾ لڪايو. اها ئي هن جي سڀ کان وڏي سوڀ ۽ سورهيائي هئي، جو هن ڏکن جي ڪاڻ نہ ڪڍي.

سندس دوستن جو نہ رڳو منجهس ويساهہ هو پر حد درجي اعتماد بہ. وس پڄندي ڪنهن بہ دوست کي ناراض يا نراس نہ ڪيائين. ڪيس پنهنجي دل گهرين دوستن جي طبيعتن ۽ مزاجن جي پڻ ڀرپور ڄاڻ هئي. اها تہ اسان جي بدقسمتي هئي جو رشيد ڀٽيءَ جهڙو روشن ضمير انسان ۽ پنهنجي نوعيت جو منفرد ۽ مثالي ليکڪ پنهنجي گهر ڀاتين ۽ دل گهرئي دوستن سان گڏ سڄي سنڌ کي ويڳاڻو ۽ ٻَسو ڪري اسان کان سدا لاءِ وڇڙي ويو.....

اسان رشيد ڀٽيءَ جي صورت ۾ ڇا وڃايو آهي، اهو تہ اسان جي دل ئي ڄاڻي، سندس سوچون ۽ ڳالهيون ادب ۾ تہ ابد تائين پيون ڳڻائبيون، پر جن دوستن ۽ سڄڻن جي دلين ۾ هن پنهنجا ديرا ڄمايا، اُت بہ سدا لاءِ پيون ڳائيبيون، اهڙي ريت هو اسان کان وڇڙندي بہ وڇڙي نہ سگهيو..... پر جنهن ڪامورا شاهي جي لاپرواهين سبب ڪيس اسان کان ڌار ڪيٽو پيو، اِهو ڏک، اهو انڌير اسان کان ڀا عمر ناهي وسرڻو.

زندگي موت جو سلسلو تہ پيو هلندو، ماڻهو پيا ايندا ۽ ويندا. اسانجا لڙڪ ڪنهن کي وڃڻ کان روڪي بہ نہ سگهندا، پر رشيد ڀٽي جهڙا انسان، جيڪي پنهنجي سوچ جو ورثو ڇڏي ويندا آهن، اَهي امر آهن ۽ سدا امر رهندا.

(٢٥ مارچ ١٩٨٨ سکر ۾ رشيد ڀٽيءَ جي چاليهي تي پڙهيل مقالو.)

# نم جي ڇانو

راشدي صاحب عالمگير شخصيت ۽ شهرت جو مالڪ هو. سڀني ڪيس وڏي عزت ۽ پيار ڏنو. پر اسان سنڌين تہ ڄڻ هُن جي پرستش ٿي ڪئي.... هن بہ ايڏا قرب ۽ وڙ ڪيا، جو هر ڪنهن پاڻ تي ٿي ان قربن جو ڇيهہ ٿي سمجهيو.

انهي ۾ ڪو شڪ ناهي تہ ڪيس سڀني سان پيار هو، پر جيڪي سندس تمام ويجها هئا، تن لاءِ تہ هن ڄڻ قربن جا ڪوٽ اڏي ڇڏيا هئا. ڇا مجال جو اهڙي ڪوٽ جي ڪنهن ڪنگريءَ کي ڪو لوڏو بہ اچي.

راشدي صاحب سان اسان جو ساٿ رڳو ڪجهہ سالن تائين محدود رهيو، پر ان مختصر عرصي ۾ بہ هُن اِها لڪا ٿي نہ پوڻ ڏني تہ ڪڏهن اسان ڪان پري هو. هو اسان لاءِ زندگي جي علامت هو. هن پياري انسان جي شفقتن ڀري قربت ۾ اسين ڏاڍو خوش هئاسين. هانوَن جون حويليون ڄڻ ڀريون پيون هيون، جو هڪدم الائي ڪيئن ڪو ڪهري طوفان اچي ويو، جنهن نم جي ٿڌي ڇانو وارو وڻ پاڙئون ڪڍي ڇڏيو- جنهن کي اسين بي فڪريءَ سان ٽيڪ ڏيو ويٺا هئاسين! اسان جو جهلو..... اسان جو ابو، اسان سنڌي اديبن لاءِ نم جي ڇانوَ ٿي تہ هيو.

سندس رحلت جي خبر بي حال ڪري ڇڏيو هو. محبوب ٽوئر تي ويل هو، ڪيس اچڻ ۾ دير هئي ۽ مون کي ڪراچي پهچڻ جي جلدي. پر خدا سلامت رکي منهنجي ڀائرن حسين شاهہ راشدي ۽ امجد شاهہ جيلانيَ کي، جن مون کي بروقت ڪراچي ڪان گاڏي ڏياري موڪلي، جنهن آئي آت رسايو. اتي مون ڇا ڏٺو..... مون ڏٺو.... هڪ تاريخ سمهي پئي هجي..... ڪيئي جڳ، ڪيئي صديون، پل ۾ گذري ويون هجن..... اهو پل، جيڪو هانوَ ۾ برڇي بڻجي لهندو آهي- ڪيترا پيرا گلن سان جهنجهيل سفيد چادر هٽائيءَ مون اهو وجاهت ڀريو چهرو ڏٺو، جيڪو وري نہ ڏسي سگهبو. انهن قدمن کي ڇهيو، جن جي خاڪ برابر بہ ناهيان- سائس جيءَ ڀري ڳالهيون ڪيم - هُن سڀ ڪجهہ ٿي ٻڌو..... سڀڪجهہ ٿي ڏٺو..... ائين نہ هجي ها تہ پنهنجي ڪمري مان مولوين کي ڪيئن تڙي ڪڍي ها. جن لاءِ هن خاص وصيت ڪئي تہ آهي سنڌس سيراندي ڪان نہ ويهاربا.....

توڙي جو زماني جي دستور موجب ائين ڪرڻو پيو، پر جيئن ئي مُلن ڪمري ۾ پير رکيو ته A.C ۽ برف جي سرن جي ٿڌاڻ مٿن اهڙو حملو ڪيو جو انهن ٻڌئين ٻولئين پويان پير ڪيا. گلي جي تڪليف سبب راشدي صاحب جي آواز تي ڪجهه اثر پيو، جنهن ڪري صورتحال تشويشناڪ ٿي پئي هئي، پر لنڊن ۾ علاج دوران ڪيس چڱو فائدو ٿيو. اها خوشخبري حسين شاهه راشدي فون ذريعي پنهنجي مخصوص نوعِ ۾ ٻڌائيندي چيو: ” چاچا جو آواز پهرين ڪان بهتر پيو لڳي ۽ ته هو جيڪي سَٽ سَريون ٻڌائيندا آهن سي هاڻ چٽيون ٿيون ٻڌجن.“ انهن لفظن اسان کي ايڏو ته آٿت ڏنو، ايڏي ته خوشي پهچائي، جنهن جي ڪا حد ناهي، اسان جو انتظار تنهائين وڌي ويو ۽ ان ڳالهه ته ويتر هيانءُ ٺاري ڇڏيو ته ڊاڪٽرن، ريڊيوآيوڊين ٿيروپي جي ذريعي سندس علاج شروع ڪيو آهي، جنهن جا ٻه ڊوز وٺڻ زندگيءَ لاءِ ٻارهن سالن جي گيرنٽي هئي. سوچيم، ته ممڪن آهي ٻارهن سالن ڪان پوءِ وري ڪي اهڙيون ايجادون ٿين جيڪي ڪيس هزارين سالن تائين سلامت رکن. راشدي صاحب اڃان هڪ ئي ڊوز ورتو هو، ٻئي لاءِ اپريل ۾ لنڊن وڃڻو هيس..... پر اڳ ئي اهڙي ولايت هليو ويو، جنهن ڪيس سڀني بيمارين ڪان ڇڏائي ڇڏيو.

دوستن کي سندس زباني ’احمق‘، ’بي وقوف‘ ۽ ان قسم جا ٻيا لقب القاب ٻڌڻ سان بنهه ڪو رنج نه رسيو، بلڪ هو ته چاٽي اهڙا وجهه ڳوليندا هئا، جيئن سندن شگفته مزاجيءَ مان لطف اندوز ٿي سگهن. راشدي صاحب پنهنجي زندگي ۾ نه صرف دوستن کي ئي احمق ۽ بي وقوف ڪوٺيو پر فرسٽ اپريل تي ويندي ويندي سڀني کي فول بنائي ويو، نه ته ڪنهن کي يقين اچي ها سندس موت جو! هو موت ڪان مات ڪائڻ وارن مان ته هو ئي ڪين، ڇهه ست ڀيرا ملڪ الموت مٿس ڀرپور حملو ڪيو پر راشدي صاحب هر دفعي ڪيس شڪست ڏني. هيئر به هن هارايو ناهي، بلڪ عزرائيل کي به هر هر ڀت تان ڪِري پوندڙ ڪوريئڙو سمجهي مٿس ترس ڪائي، پنهنجو پاڻ هن جي حوالي ڪيو آهي.

راشدي صاحب کي بيماري يا موت ڪان ڪڏهن ڪو ڊپ نه لڳو، نه ئي هَن انهيءَ ڳالهه کي ڪڏهن ڪا اهميت ڏني. ٻئي جهان ڏي وڃڻ جون ڳالهيون ايڏي ته بي نيازيءَ مان ڪندو هو، ڄڻ رب پاڪ وٽان فرشتن جي ڪنهن مجلس جي صدارت ڪرڻ لاءِ وڏي قرب مان ڪوٺ آئي هجيس، جنهن کي ڄڻون ڪجئون قبوليندي هن اوڏانهن وڃڻ جا سانباها ٿي ڪيا. سندس بهادري، همت ۽ قوت ارادي جا هوندءَ ته ڪيترائي مثال سامهون اچن ٿا، پر هڪ مثال مون کي سخت حيران ڪيو. اسين ڪراچي آيل هئاسين، ٻئي ڏينهن تي راشدي صاحب جي آپريشن ٿيڻي هئي، ان ڪري گهر جو ماحول ڀڻ پريشاني وارو هئن، پر جيئن ئي ڪيس

اسان جي اچڻ جي خبر پئي ته پنهنجي خاص خدمتگار سچوءَ کي اسان ڏانهن نياپو ڪرايو ته پيهرن جي ماني ساڻس گڏجي ڪائون! اهي راشدي صاحب جا ئي حوصلا ۽ خلوص هئا جو اهڙيءَ مهل به پنهنجن کي ڪين پئي وساري سگهيو. پيو ڪو هجي ها ته ڪيس آپريشن جو پئو ئي بي حال ڪري ڇڏي ها. دوست دڙا ته هڪ پاسي، مرڳو پنهنجا ڪاڏا پيتا وِهه ٿي اچنس ها. سو سچوءَ کي چيم "صحت ياب ٿي خير سان اچي ته پوءِ ڪائينداسين دعوتون، هينئر رڳو ملڻ ايندس." سچو وراڻيو ته، "سائين چيو آهي ته توهان کي ماني تي ضرور اچڻو آهي." پر اِهو ڪنهن به طرح مناسب نه پئي لڳو ته پئي ڏينهن تي آپريشن هجي ۽ ان پريشانيءَ جي عالم ۾ وڃي دعوتون ڪائجن. توڙي جو راشدي صاحب ان کي 'دال ماني' ڪوئيندو هو، پر اسان کي يا سندس دوستن کي خبر هوندي هئي ته اها 'دال ماني' اڪيلي نه پر ڪيترن ئي ست رڇن طعامن سوڌو ٽيبل تي موجود هوندي هئي ۽ هو ڪيڏي نه پيار مان هر ڊش اڳيان وڌائيندي ڪجهه نه ڪجهه کڻڻ لاءِ زور ڪندو هو.

زنده دلي، خوش مزاجي ته ڄڻ راشدي صاحب کي ورثي ۾ مليون هيون. حيدرآباد ۾ منهنجي ڪتاب 'مٺي مراد' جي صدارت ڪرڻ بعد ٻي ڏينهن تي اسان جي گهر آيو ته موڪلائڻ مهل بطور يادگار مون ڪيس هڪ اڌ حقير سوکڙي پيش ڪئي. ان وقت سندس چهري تي مخصوص انداز واري شوخي ظاهر ٿي، کلندي چوڻ لڳو:

"ڪوهه پئي ٿورا چاڙهين!"

مونکي اهو ڊائلاگ چاتل سڃاتل لڳو، مون انهيءَ تي اچا غورئي پئي ڪيو ته وري به مرڪي چيائين :

"مان توهان جي ڪهاڻي "'بک جا چڪ' جي ڪردار زليخا جيان ٿو چوان."

راشدي صاحب جي طبيعت ۾ ڏاڍي نفاست هئي،سندس پسند جي هر شئي، ويندي قديم ۽ اعليٰ ڪراڪري به اڄ سوڌو سندس گهر ۾ نهايت سنڀال سان رکيل آهي. ننديڻ جي ياد ڏيارينديڙ شين کي به ساه سان سانديڻ ۾ ڪيس وڏي آسيس ملندي هئي. منهنجو ڏنل هڪ رومال ڪيس ايڏو ته وڻيو جو اُهو هر وقت پاڻ سان گڏ رکندو هو، جڏهن مون کي اها خبر پئي ته اعتبارئي نه آيو ته ڪو ان معمولي رومال کي ايڏو مان ملندو، پر هڪ دفعي هن پاڻ ئي اهو رومال کيسي مان ڪڍي ڏيکاريندي چيو:

"بابا اهو رومال مون کي ڏاڍو ٿو وڻي، اسين ننديڻ ۾ اهي ڪٺندا هياسين، مان ڏاڍو ان کي سنڀاليندو آهيان، پر ڏسو ته مائي پان ڏوئي ڏوئي رنگ ئي اڏائي

ڇڏيو آهي" هن گهر جي خادم جو نالو وٺندي چيو. ڏٺم تہ برابر رومال جا سٽئي رنگ غائب هئا، رڳو ڪارو ڦٽل ليڪو وڃي بچيو! پاڻ جڏهن ملندو تہ اڪثر ان رومال جو ذڪر ڪندو هو، تنهن ڏينهن بہ ڪيسي مان ڪڍي چوڻ لڳو:

" هاڻ تہ صفا جهيرون ٿي ويو آ"...:

ڏسان تہ سچ پچ رومال ڳري چڪو هو، چيم: "ان ڪي تہ هاڻ ڦٽو ڪريو، ٻيا گهرايا اٿم."وراڻيائين، "بابا اهو رومال ڏاڍو نرم آهي هاڻ ٻيا وٺن ئي نٿا." هُن اُهو رومال ڪيسي ۾ رکندي چيو.

تازو علاج لاءِ لنڊن ويو تہ گهر وارن نوان رومال ڏنس، تہ نہ ڪيائين، اوهوئي جهيرون ٿيل رومال ساڻ هئس، جڏهن زندگيءَ جي آخري سفر تي روانو ٿيو، تڏهن بہ ڪيس پهريل لباس جي ڪيسي مان ساڳيو رومال نڪتو .

اهڙين برابر آهي تہ اديب، عالم، مورخ يا دانشور ڪي سنڌس اعلي ادبي خدمتن ۽ عمده تحريرن وسيلي وڏو مان مرتبو مليو ٿو، جنهن سان هو ادب ۾ سدا لاءِ اَمر ٿيو پيئي پر منهنجي ذاتي راءِ آهي تہ هن کي جيءَ ۾ جايون ڏيڻ وارو بي پناهہ خلوص رڳو هن جي پنهنجي وجاهت ۽ جاذبيت ڀري شخصيت ڪري ئي مليو ٿو.

راشدي صاحب اهڙي ئي دلفريب شخصيت جو مالڪ هو جنهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ نفاست هئي، اٿڻي ويهڻيءَ ۾ شاهاڻو وقار هو. رفتار ۽ گفتار ۾ زنده دليءَ جون دلنوازيون هيون، بي ساختگيون ۽ شوخيون هيون، سچايون ۽ قرب هئا، ڪي بہ ڏيکاءُ يا نماءُ بنهہ نہ هئا. هُن نياز ۽ نوڙت جي مجسم، گرجدار آواز واري مانجهي مرد جهڙا انسان تمام گهٽ پيدا ٿيندا آهن. جيڪي پنهنجي منفرد شخصيت جي ڇاپ صدين تائين دلين تي قائم رکندا آهن، جنهن لاءِ اڄ هر دل روئي ٿي، جنهن کي هر دل ساري ٿي !

'مهراڻ' - راشدي نمبر
'جنگ' مبوريڪ مئگزن

# افسانوي ادب ۾ نسيم کرل جو مَقام

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ جيڪي بہ شاهڪار ڪهاڻيون لکيون ويو آهن اُنهن ۾ گهڻو حصو نسيم کرل جي ڪهاڻين جو آهي. نسيم جون ڪهاڻيون هَنجي سَچِي، کري ۽ بي باڪ شخصيت جيان زندگيءَ جي ڪڙن مِٺن حقيقتن جو سَچو، کرو ۽ بي باڪ اظهار آهن.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سنڌي ڪهاڻيءَ کي بُلند رُتبو عطا ڪرڻ واري نسيم ڪرل کي ڪهاڻي لکڻ جي ڏات بہ هئي تہ ڏانءُ بہ هو. سندس ڪهاڻي شروعات ۾ ئي پڙهندڙ کي پاڻ سان گڏ وٺي هلندي آهي ۽ پڙهندڙ توڙ تائين ڪهاڻيءَ جي جادوءَ ۾ گم هوندو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ توريل تڪيل جُملا، چيدا چيدا لفظ ۽ محاورا هوندا آهن ۽ سندس لِکتيءَ ۾ دريا شاه جي سير جهڙي رواني هوندي آهي. هو بيشڪ سنڌي ڪهاڻيءَ جو امام ۽ ٻوليءَ جو بي تاج بادشاه آهي، جنهن وٽ نج سنڌي لفظن ۽ محاورن جو وڏو ذخيرو هو، ۽ لکڻ وقت اُهي لفظ، جُملا، محاورا سندس ٻڌا ٻانها هئا، جن مان هو پنهنجي مرضيءَ موجب پيو چونڊ ڪندو هو.

زندگي ايڏي تہ رنگا رنگ آهي جو ڪوبہ ليکڪ انجي سمورن رنگن کي چِٽي نٿو سگهي، هو پنهنجي ذهني لاڙن ۽ سماجي پس منظر مطابق، زندگي جي انيڪ رنگن مان ڪي رنگ چونڊي اُنهن کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏي ٿو. انڪري ڪو نازڪ ۽ نَرم جذبن جو ليکڪ آهي تہ ڪو سماجي نا انصافين ۽ اَڻ وڻندڙ حقيقتن جو. نسيم کرل زندگيءَ جي سچائين جي تلخين ۾ قلم ٻوڙي، بنا ڪنهن هبڪ ۽ ڊپ ڊاءُ جي، وڏي جرائت سان لکيو. هن انسانن جي ڀلائي، زندگيءَ جي اعليٰ قدرن ۽ سماجي انصاف لاءِ لکيو. هن جون ڪهاڻيون انسان ذات سان ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ ناانصافين جي خلاف فنڪاراڻو اِحتجاج آهن .

نسيم کرل جي ڪهاڻين ۾ نہ رڳو ڳوٺاڻي زندگي ۽ اُتي جا مسئلا آهن، پر شهري زندگي بہ پنهنجي سمورين تضادن سان ساهہ کڻندي نظر ايندي .

نسيم سدائين اعليٰ سماجي مقصد کي ماڻڻ لاءِ ڪهاڻي لکي آهي، جِتي هَن

جون ڪهاڻيون ڪافر، چوٿيهون در،ڳڏريل واردات، ڀهرين مراد ۽ مساوات وغيره سماجي بي رحمين جو ڀرپور اظهار ٿيون ڪن. آتي سندس مِڪسڊ ڳرل، پويون پهر ۽ ڪرنٽ جهڙيون هلڪيون ڦلڪيون ڪهاڻيون؛ عام ماڻهن جي ننڍڙين ننڍڙين گهرجن، سندن نفسياتي لاڙن، اندر جي تضادن ۽ متضاد سماجي روين جا عڪس به ٿيون پسائين. فني لحاظ کان به نسيم جون ڪهاڻيون مڪمل آهن، جيڪي فن ۽ ٽيڪنڪ جا سيئي تقاضا پورا ڪن ٿيون. معاشري جي ڪنهن به واقعي يا ڪنهن به ڪردار تي لکندو هو ته ڪهاڻيءَ جي سِٽا، گفتگوءَ جو انداز، ڪردار نگاري ۽ اُنهن ڪردارن جو سماجي پس منظر اهڙي ڀرپور انداز سان چِٽيندو هو جو سندس ڪهاڻي؛ پنهنجي الڳ ۽ زنده وجود سان هڪ ئي تاثر ڪٽي اُڀرندي هئي. اهوئي سبب آهي جو هن ڪڏهن به محض جديديت جي شوق ۾ اهڙي پالاٽ ليس يا اِينٽي اسٽوري ڪهاڻي نه لکي جنهن ۾ رڳو احساساتي شعبده بازي ۽ لفظن جون ڦلابازيون هجن.

ٽيڪنڪ جي خيال کان نسيم کرل ڪهاڻي لکڻ ۾ ڪي گهڻا تجربا ڪئي نه به ڪيا آهن، پر اِن کان ڪير به انڪار نه ڪندو ته سندس هر ڪهاڻي هڪ نئون ۽ ڪامياب ادبي تجربو آهي. نسيم کي لفظن جي اجائي هير ڦير ۽ گهٽي پٽاڙ پسند نه هئي، ڇاڪاڻ جو ڪيس اِن ڳالهه جي ڄاڻ هئي ته ڪهاڻي حقيقتن جي اظهار کي۽چئجي ٿو ۽ نه لفاظي. اوپري ۽ اجائي پٽاڙ ڪيا اهڙن ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين لاءِ هو دعويٰ سان چوندو هو ته، ’بلاشڪ انهن جي ڪهاڻين مان صفحن جا صفحا ڪڍي ڇڏجن ته به سندن ڪهاڻي متاثر نه ٿيندي، پر جي منهنجي ڪهاڻي مان رڳو هڪ ٽڪرو ئي ڪڍي ڇڏبو ته سڄي ڪهاڻي کوکلي ۽ بي معنيٰ ٿي پوندي‘.

نسيم پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڪڏهن به سياست ۽ انقلاب کي کُهلي نه آندو، نه ئي سياسي يا انقلابي مسئلن کي ڊِسڪس ڪرڻ جي اجائي ڪوشش ڪئي، البت اهڙا سياسي مسئلا جن جو سڌو سنئون واسطو عوام يا سماج سان هجي، تنهن جي نشاندهي بنا ڪنهن تقرير ۽ تبليغ جي ضرور ڪئي آهي. هو ڀرپور سياسي ۽ سماجي شعور رکندڙ انسان هو ۽ ڪيس سياسي معاملن جي پوري ڄاڻ هئي ان هوندي به هن ڪهاڻيءَ ۾ سياست کي آڻڻ مناسب نه سمجهو ۽ سياست کي ادب کان الڳ رکڻ جي سدائين پئي تلقين ڪئي. اِهو سندس عقيدو هو ته سياست ۽ ادب ٻه جدا جدا پليٽ فارم آهن. اديب لاءِ سياسي شعور جو هجڻ ته لازمي آهي پر اهڙو ادب پيدا ڪرڻ جيڪو ادب گهٽ ۽ سياست وڌيڪ هجي؛ هڪ غير ادبي ڳالهه آهي.

نسيم کي پنهنجي قلم، پنهنجي ذات ۽ انجي اظهار جي قوّت تي وڏو اعتماد

هو، پر انجي معنيٰ اِها هرگز ناهي تہ هو ادبي تنقيد ۾ اديب کان ٿيل ادبي غلطين جي اِصلاح جو قائل نہ هو. جڏهن بہ ڪا ڪهاڻي لکندو هو تہ وَرَ وَرَ ڪري دوستن کي ٻڌائيندو ۽ ڪائن صلاح وٺندو هو. جيڪڏهن ڪو سندس ڪهاڻي تي تنقيد ڪندي ڪيس ڪا سٺي صلاح ڏيندو هو يا سندس ڪنهن ادبي غلطيءَ جو احساس ڏياريندو هو؛ تہ انکي يڪدم قبول ڪري، ڪهاڻيءَ ۾ ڦير گهير آڻي ڇڏيندو هو. نسيم جو خيال هو تہ سڀ کان وڏو نقاد ليکڪ پاڻ آهي، هو جيڪڏهن تنقيدي نظرن سان پنهنجي ڪهاڻيءَ جو جائزو وٺندو تہ ڪيس پنهنجون اوڻايون پاڻهي نظر اچي وينديون. اِن ڪانپوءِ ليکڪ جا ادبي دوست هن جا وڏا نقاد ٿيندا آهن، جيڪي ڪنهن ادبي ساز يا ٻئي ڪي گهٽ ڪرڻ لاءِ نہ، پر ادبي ايمانداريءَ سان تنقيد ڪري، ليکڪ جي ادبي خامين ۽ ڪوتاهين جي نشاندهي ڪندا آهن ..... باقي هو انهن نقادن جو قائل ئي نہ هو جيڪي ناڪام اديبن مان ڦري نقاد ٿيندا آهن ۽ پنهنجي ادبي ناڪامين جو بدلو تنقيد جي صورت ۾ وٺندا آهن.

نسيم ڪرل کي دنيا جي ادب جو وسيع مطالعو هو، پر هو ڪڏهن بہ ڪنهن وڏي ليکڪ کان اِن حد تائين متاثر نہ ٿيو جو سندس فن؛ ان اديب جي فن جو عڪس ٿي پوي. نسيم جي پنهنجي شخصيت ۾ وڏي انفراديت هئي، اهائي انفراديت هن پنهنجي فن ۾ بہ قائم رکي ۽ ڪنهن بہ عظيم اديب جو پڙاڏو نہ ٿيو.

زندگيءَ سان ٿيندڙ بي انصافين لاءِ فني ۽ ادبي نوع ۾ انصاف سليندڙ نسيم، خود بي انصافين جو شڪار ٿي ويو، تہ نہ ڪو داد ٿيو ۽ نہ فرياد. پر اسان بہ سندس ڪهاڻي 'چوٿيهون در' کي سامهون رکندي ؛ سندس ڪيس اُن بادشاه جي حوالي ڪيو آهي، جنهنجي انصاف جون حدون تمام وڏيون آهن .

'مهراڻ' ڇمام شورو.

# ماڻهو سِپِيئي نہ سھڻا

مون دادا رام پنجواڻي بابت اديبن ۽ سندس پرستارن جا ڪيئي ليک پڙهيا آهن، جن سندس فن، شخصيت ۽ لکڻين کي پنهنجي پنهنجي طريقي سان جانچيو ۽ ساراهيو آهي، ڪن چند چاڻ سان گڏ تعميري خواه تخريبي تنقيدون بہ ڪيون آهن، پر مجموعي طرح هر ڪنهن وٽ هن لاءِ عقيدتن ۽ محبتن جا پنهنجا پنهنجا انداز ۽ اظهار آهن، پر پوءِ بہ مرڪزي نقطو هڪ ئي محور تي اچي دنگ ڪندو..... هنجي منفرد شخصيت ۽ دلپذير ڪارڪردگي لاءِ سڀ تعريفون، محبتون ۽ پيار هڪ ئي صورت وٺي ساڳي رنگ ۾ رنگيل نظر ايندا..... ڪنهن شخص کي سچي زندگي ۾ ايڏو پيار، عزت ۽ مان ملڻ وڏي ڳالھ آهي، پر ان کان بہ وڏي ۽ فخر جي ڳالھ آهي ان قابل احترام محبتن ۽ عقيدتن جو دائم قائم رهڻ..... دادا رام پنجواڻي لاشڪ تہ اهڙن خوش نصيبن مان هو جن کي وک وک تي پريم جا پجاري ۽ سنگيت جا عاشق گڏيا..... آڻ ميا، آڻ گهريا قرب مليا.... محبتن جون امرتائون مليون جيڪي زندگيءَ جي پڇاڙي ڪانپوءِ بہ مٿس گلن جيان ورڪا ڪنديون رهيون آهن ..... هي 'پنجواڻي نمبر' بہ اهڙي هڪ عقيدت ۽ محبت جي امرتا جو اظهار آهي.

دادا رام پنجواڻي جهڙي ڀاڳن ڀريئي، زنده دل ۽ پر اعتماد شخص کي مون جنهن ريت ڏٺو، پرکيو ۽ سڃاتو ان جا تفصيلي اظهار دل جي سموري سچائي سان بروقت پنهنجي تصنيف ۾ ڪيا اٿم. پوءِ بہ ايئن ٿي لڳو تہ مان اهو ڪجھ اظهاري نہ سگهي آهيان جيڪو مون کي لکڻ گهرجي ها. يا جيڪو مون لکڻ چاهيو ٿي. مون جيڪي لکيو، ان لاءِ اڪثر اهو پئي سوچيندي هئس تہ هن بابت مون ڪا نئين ڳالھ تہ ناهي لکي ..... اهوئي ڪجھ لکيو، جيڪي ٻيا بہ هن جي باري ۾ لکندا رهيا آهن. چڱي ماڻهو جي چڱائي هر ڪنهن کي ساڳي نظر ايندي، پوءِ ڀلي تہ ان جا ڪيترائي روپ هجن .... ساڳئي وقت ائين بہ ٿي محسوس ڪيم تہ انهن بي پناه عقيدتن ۽ لڳاتار تعريفن جا اظهار هن لاءِ بہ تہ ڪا نئين ڳالھ نہ هوندا جو آهي ٻڌي ٻڌي پڙهي پڙهي هن جو هاڻ ئي ڍاپجي ويو هوندو..... منهنجي

لڳڻي ڪي پلا ڪهڙي اهميت ،هڪ اچاتري نظر وجهڻ ڪانپوءِ، اها به ته واڪاڻن جي بي انت بحر ۾ ماڪ ڦڙي جيان غرق ٿي ويندي ....... پر منهنجي انهي سوچ کي آن مهل وڏي تسڪين ملي جڏهن بنا ڪا راءِ گهرڻ جي سندس سون جهڙا سچا جذبا لفظن جو روپ وٺي ڪاغذ ذريعي مونسان هم ڪلام ٿيا.....

”تو ٻن اکين ڪتابن ۾ مون بابت ڇا نه لکيو آهي ! اجا ڪجهه رهيل آهي جنهن جو اظهار ڪري مونکي نوان پَرَ پائي گگن ۾ گهمائڻ ٿي چاهين؟ اجا وقت ڪٿي مليو آهي جو ويهي روح رهاڻ ڪري غيب جا حال اوريان. پر انشاالله اهو به ڪو موقعو ملندو جڏهن زندگي جي ڳجهن جون ڳالهيون ڪري پنهنجي آزمودن جو خاص خزانو تنهنجي خدمت ۾ رکندس ۽ پاڻ کي تنهنجي ڌَرم جو ڀيءُ ڪوٺائڻ جو پورو پورو حقدار سمجهندس. تنهنجي نئين سفر نامي جو انتظار رهندو. جيتوڻيڪ ساراه جي ڪمي ڪانه رهي آهي ۽ هن مهل تائين شاباس ۽ ڏنيواد جون ڏنيون سٽي ڍَوَ ٿي ويو هجي ته به تو جهڙي قربدار ڀڄڙيءَ جي قلم مان نڪتل نقطا هن عمر رسيده انسان کي به نوجوان بنائي نئين سرنشو ڏيئي سگهن ٿا.“

دنيا ۾ عظيم کان عظيم تر شخصيت جا صاحب پيا اچن وڃن، وقتي انهن جي جاءِ ڪو ٻيو ڪٽي پري ٿو. پر هو انهن جهڙو يا انهن جيان ڪنهن به حالت ۾ نٿو ٿي سگهي. جو قدرت هر ڪنهن جي شخصيت جو الڳ سحر ۽ اثر رکيو آهي.

سنڌ ڌرتي، پدم شري پروفيسر رام پنجواڻي کي جنم ڏيئي سنڌ کي هڪ اهڙي قداور شخصيت سان نوازيو، جنهن پنهنجي سموري جواني علم ادب، سنڌين جي سڀيتا، حقن ۽ مانائتي جيابي لاءِ جاڪوڙ ۾ سجائي ڪندي گذاري. هو هر لحاظ کان ڏوتل پوتل من جو مالڪ هو، دل دماغ کان ويندي عمل ۽ اخلاق تائين ..... هر وصف ۾ هماليه جيان بلند ۽ سنڌو جيان وشال ..... هن کي ياد ڪري ، هن جي شفقتن جو ذڪر ڪندي اکين ۾ آب ڀرجي ٿو اچي، پر ان سان وڃڻ وارا موٽي ته نه ملندا.... سڀ سان پيار ۽ سڪ جي ڏي وٺ ڪندڙ ، پرنور چهري ۽ شخصيت واري هن انسان جي قربت مان هر ڪنهن کي حقيقي راحت حاصل ٿيندي هئي. سندس هر رُخَ ۾ نمسڪار ۽ پرڻام جا پڙلاءُ پيا پڌبا هئا. آواز ۾ موسيقيءَ جي اهڙي لئه جو ٻڌڻ لاءِ هر ڪو حيران هوندو، اعتماد ڀريل ٻهڪندڙ چهري تي مُرڪون پکيڙي، مِٺڙن سُرن ۾ جڏهن ڪو ڪلام الاپيندو، ته ٻڌندڙ ڪنهن اونهي عميق ۾ غرق ٿي ويندو يا مستيءَ ۾ جهومڻ لڳندو. هن جا سمورا گيت ڏڍ ڏيندڙ ۽ زندگي گهارڻ جو حوصلو بخشيندڙ آهن، من ۾ ڪا مونجهه يا پريشاني هوندي ته اِهي ٻڌڻ شرط دور ٿي ويندي. مون جڏهن کان سندس ڪلام سُٽيا آهن تڏهن کان اجَ سوڌو انهن گيتن جي لولي ٻڌي ٻوءِ آرامي ٿيندي آهيان ..... ۽ تڏهن

لڳندو آهي ته اِهي گيت نه رڳو منهنجي، پر سنڌي فن ۽ ثقافت جي سِرَ تي به چڻ دعا جو آسيس ڀريو هٿ هجن.....

دادا جي خطن، هن جي ڳالهين توڙي عام لکڻين مان مون سدائين اِهو اثر ورتو آهي ته ڪو به ڏينهن اهڙو نه گذريو هوندو جنهن ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جو پل پل سجايو ۽ ڪارائتو ڪرڻ جي اون نه ڏيکاري هجي. هن جي دل ۾ هر پل اِهي ئي اُڌما، اُمنگ، احساس ۽ تمنائون تي رهيون ته هو وڌ کان وڌ پنهنجي زندگي سجائي ڪري..... ۽ هن اها ڪري ڏيکاري.

دادا رام پنجوائيءَ جي دل ۾ زندگيءَ لاءِ اٿاهه پيار هو ۽ اِهو ئي سبب هو جو هن لک ورهيہ زندگي ماڻڻ جي تمنا ڪئي! سؤ ورهين کي ته هن مٽي جي ننيڙي جام سان تشبيهه ڏيندي، ڪنهن ڪتَ ۾ ئي نه تي آندو، پوءِ به انساني زندگيءَ جي محدودگين واري بي وسيءَ کي سامهون رکي هن انهيءَ ننيڙي پيالي تي به ڪٿي قنايت ڪئي، جو خاطري نه پر پڪو يقين هئس ته اهي سؤ ورهيہ ڪيڏانهن به ناهن ويڃا..... ڪيڏي نه خود اعتماديءَ مان لکيو هئائين،"مون ٢٠- نومبر تي ٧٥ سال ۾ پير پاتو. سيتا سنڌو يون ۾ عاليشان آجيان ٿي. ان عمر ۾ ايڏو پيار مليو، سا منهنجي سائين جي ساراه آهي..... پر اجا موڪلائڻ جو وقت ڪونہ آيو آهي، پنجهتر ورهيہ سک ۽ شان سان گذريا آهن، باقي پنجويهہ سال خير سان گذري ويندا. زندگي مزيدار آهي ۽ ان کي مرڪڻ سان وڌيڪ مزيدار بڻائي سگهجي ٿو." پر قدرت تي ڪنهن جو وس ٿي هليو، جنهن ڪيس اِن ننيڙي جام کي پورو ڪرڻ جيتري مهلت به ڪانہ ڏني ۽ پنهنجي امانت واپس گهرائي ورتي. حالتن ان اڏول شخص کي اندران ئي اندران پورڻ ۽ جهورڻ جو عمل شايد ته تڏهن کان ئي شروع ڪري ڏنو، جڏهن هن پنهنجو ياءُ وڃايو ۽ ان وڇوڙي جو درد وڏي جگر سان سهندي رڳو ايترو چيائين، "مون ياءُ ڪونہ وڃايو آهي، پر ياءُ سان گڏ يار به وڃايو آهي. اهڙا يائر دوست ورلي ملن ..... وفادار دوست هو پر الائي ڪيئن دوکو ڏئي ويو....."يارن جي رُسَڻ تي غلام فريد جهڙي عاشقن به دانهون ٿي ڪيون ته "رُسن نه شالا يار ڪهين دي....." جڏهن ته رٺل يار جو وري به ڪڏهن نه ڪڏهن پرچي ملڻ جو آسرو هوندو آهي، پوءِ چاهي ان اوسيئڙي ۾ چمار ئي چو نه ڳري وڃي..... پر سدا لاءِ وڇڙيل يار ته جيئڻ جون اُمنگون ئي اُجهايو ڇڏي..... ياءُ جي ڏک ڪيس لوڏي ته ڇڏيو پوءِ به اهڙي لڪا ئي نه پوڻ ڏنائين ۽ پاڻ جهلي بيٺو، پر زال جي جدائي ته جيءُ جان سان لڳي آيس، جنهن ڪيس هيڪاندو جهوري ڇڏيو..... ان غم جي شدت هن جي سهڻ کان ٻاهر هئي ڇڙو ٻن لفظن هن جي اندر جا ڦٽ چڻ اُڪيڙي ڇڏيا..... خط ۾ لکيائين، "مون ڇا وڃايو آهي، سا مون کي خبر آهي..... هري

فقط منهنجي زال نہ هئي پر ساهيڙي بہ هئي..... پٽ، ڌيئر، پائيٽا، پينر ۽ ڀيا عزيز ڏاڍي پيا سار سنڀال لهن پر خال پرجي نہ ٿو پرجي .....روئان پٽيان ڪونہ ٿو پر ڪيس ياد هر وقت ٿو ڪريان ..... ۽ سندس آتما کي شانتي ڏيڻ لاءِ داور جي در تي دعائون ٿو گهران ..... اهڙي سدوري، پارسا، شڪ ۽ گمان کان پري وهم وس وس کان دور، همراز ۽ حال محرم زندگي جي پائيوار، ڀاڳن واري کي ملندي آهي. مون ڪڏهن بہ سندس منهن ۾ گهنڊ نہ ڏٺو، غصي ۽ آرمان جا ارڪان نہ ڏٺا هر حال ۾ راضي. هن ڪڏهن بہ شڪايت نہ ڪئي ۽ نہ ڪنهن جي گلا. هوءَ منهنجي خوبين تي فخر ڪندي هئي ۽ خامين تي چشم پوشي....."

اِن دردناڪ سانحي ڪانپوءِ دادا وجڻ ۾ ڪا دير نہ ڪئي. هن جهڙي زنده دل انسان جي اچان بہ هن ڌرتي ۽ ڌرتي واسين کي ضرورت هئي ۽ سندس بہ خواهش اِها هئي تہ، " مان هِن خوش نما دنيا ۾ رهڻ ٿو چاهيان هڪ آرزو سان، اندر ۾ قنايت هجيم، چپن تي راڳ ۽ منهن تي مرڪ....." اِهي ٽئي خوبيون هن جي ذات جو اٽوٽ حصو هُيون. هو زندگيءَ جي آخري لمحن تائين نچندي ڪلندي، مستيءَ ۾ جهومندي ڳائيندي اسان کان موڪلائي ويو..... هاڻ ڪير آهي جو هن جهڙا گيت ٻڌائي ۽ شوخ شعر سٹائي ..... جيئڻ جا اُمنگ پيدا ڪرڻ جا ڏانءَ ڏسي ۽ سهٹا سخن ٻڌائي..... ڪو بہ نہ ..... ڪو بہ تہ نہ! هو ماڻهو، جو موتيءَ داڻو هو، سچي چمار سجائي ڪري سنڌين ۽ سنڌي ثقافت کي گهٹو ڪجهہ ڏيڻ ڪانپوءِ بہ "چورو چنو" ڪري هليو ويو. هن جهڙو وري ڪو ٻيو هاڻ هِن ڌرتيءَ تي مَور نہ پيدا ٿيندو. شايد تہ اهڙن ئي پيارن ۽ منفرد ماڻهن لاءِ شاه سائين چيو آهي،

ماڻهو سَيئي نہ سهٹا، پکي سيئي نہ هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ اچي بوءِ بهار جي....

'سپون' بمبئي

# اسين مَهمان دَم ٻَ جا

ٽيليپيٿي يا ڇهين حس ڇا آهي؟ مان في الحال ان بحث ۾ نٿي پوڻ چاهيان. بس رڳو ايترو ڄاڻان ٿي ته جيتري دير ٽيليفون يا ٽيليگرام پهچڻ ۾ لڳائين، انهن کان به اڳ ۾؛ جا شيءِ پهچي ٿي، آهي آهن پسڻ يا پروڻ. جيڪي پاڻمرادو پوندا آهن ۽ جن جي تائيد رکي رکي پئي ٿيندي آهي.

پسڻ رڳو انهن جا پوندا آهن جن سان روح جو ڪو ويجهو ۽ گهرو لاڳاپو هجي. جو سَٽ ڪنهن کي اچي ته سور کان پاڻ به بچائي نه سگهجي.

تنهن ڏينهن مونکي به اوچتو دادا چندر جي ڏنل فيروزي رنگ جي پارڪر پين جي نب ٽهرائڻ جو خيال آيو. صبح سان سائين محبوب کي ڪراچي اُسهندو ڏسي اِها پين آڻي ڏني مان ۽ ڳڻ تاڪيد به ڪيم ته واپسيءَ تي هند مان گهمي آيل غلام علي شاد نالي ڪنهن ڪلاڪار وٽان اهو خط ۽ ڪتاب به کنيو اچن جنهن جو مهينو ڏيڍ اڳ، هُن خط ذريعي اطلاع ڏنو هيم. ته ڪيس مهيش چندر منهنجي لاءِ ڏنو هو. الائي ڇو مونکي انهيءَ خط جو ڏاڍو انتظار ٿي پيو. ٻه-ٽي ڀيرا ماڻهو ڪراچي ويو پر شاد صاحب ڄاڻايل ائڊريس تي موجود ئي نه هو. رکي رکي پور ٿي پيا ته الائي دادا جو ڪهڙو نياپو هوندو. ڪهڙي ڳالهه هوندي. محبوب جي ڪراچي وڃڻ بعد مان يڪو ڏيڍ ڪلاڪ دادا چندر جي ڪيسٽ ٻڌڻ شروع ڪري ڏني. وچ وچ ۾ سندس ٽوٽڪا ۽ چرچا ڏاڍو وندرائي رهيا هئا ۽ ڳڻ اُها ياد به تازي ٿي ڪئي، جڏهن مان سندن مهمان ٿي هئس. مون ائين محسوس ڪيو ڄڻ مان هند مان موٽي نه هجان..... ڪيسٽ مس پوري ڪيم جو فون جي گهنٽي وڳي، ياءُ نثار حسيني هو. چيائين، ”ادي ڪا خبر ٻڌي اٿو؟“هيانءُ نپوڙجي ويم ... ”الله خير ڪري..... ڇا ٿيو“ ٻڏندڙ آواز ۾ وراڻيم. ”ادي، ماسٽر چندر گذاري ويو“!

جيتوڻيڪ ياءُ نثار کي اها منحوس خبر ريڊيو تان پئي تڏهن به اعتبار ئي نه ٿي آيو. ڀانيم ته ضرور ڪا غلطفهمي ٿي هوندي..... ڪاش اها غلطفهمي ئي هجي ها. پر شام جو آل انڊيا تان ٻڌ اهڙي تصديق ٿي ۽ ان رات ئي ساڍي ڏهين ٻجي

بمبئي مان مهيش چندر جو ٽيليگرام اچڻ ڪانپوءِ ته ڪنهن شڪ شبهي جي ڪا گنجائش ئي نه رهي، ته اسانجو دادا 3 نومبر تي هميشه لاءِ موڪلائي ويو..... اُن ويل دادا جي ڳايل بي شمار گيتن مان هڪ درد ڀريو گيت بي اختيار منهنجي ذهن ۾ اُڀري آيو،

"اسين مهمان دم پل جا
اسانجي موڪلائي آ....."

مونکي لڳو ته دادا اسان سڀني سميت، پنهنجي ارتي سان گڏ ويندڙ لاتعداد سنڌين کي پڻ ويندي ويندي اهو گيت ٻڌائي، سندن دل کي ڏکي ڪري رهيو هو.... ياڪودلاسو ڏيئي، سندن دردن جو درمان ڪري انهن جو روح ريجهائي رهيو هو..... اهو گيت، ڪو نياپو هو يا دلاسو، پر دادا جي دل جو ترجمان ضرور هو. جڏهن به ڪي پيارا، دل وارا رڻ جا راهي بنجي اسان کان دور ٿي ويندا آهن ته ٻاڻ سان گڏ اسانجي زندگي جا به ڪي ڏينهن..... ڪي سال ڏينا داستي تڳايو وڃن..... ۽ پوءِ اهي ڏينهن گهٽجي گهٽجي جڏهن وڃي ٻڙي رهندا ته اسين به وڃي انهن سان ملندا آهيون، ڪنهن پياري، پنهنجي ۽ ويجهي جي زندگيءَ جا ڏينهن گهٽائڻ لاءِ..... اسين به ته ڪيڏا نه بي رحم آهيون.....

دادا چندر اها مهربان ۽ ٻاجهاري هستي هئي؛ جنهن جي شفقتن جي ڇانو ۾ مونکي ويهه ڏينهن گهارڻ جو شرف حاصل ٿيو، جڏهن ته خط و ڪتابت کي ويهه ورهيه گذري ويا آهن، جيڪا منهنجي اسڪول جي زماني کان وٺي سندس سڄي زندگي تائين قائم رهي، دادا کي خدا پنج ڌيئر ۽ پنج پٽ ڏنا، جن مان ٻه پٽ ڦوهه جواني ۾ کيس درد جو درمان ڏيئي هلي ويا. کيس ڪابه ڌيڻ ڪانه هئي. اِها سندس حسرت ۽ آرزو هئي ته کيس ڪا ڌيڻ هجي ها. هن مونکي ڌيئن جهڙي ڌيڻ ۽ ڌيئن جهڙي ڌيءَ جو درجو ڏنو، تڏهن اڃا سندس والده به حيات هئي، دادا کيس خوشخبري ٻڌائيندي چيو، "امڙ، ڌيريءَ ۾ ڌيءَ ڇائي اٿئي" ته هوءَ به ڏاڍي خوش ٿي ۽ دادا کي چيو ته ان ڌرم جي ناتي کي توڙ تائين نڀائج - ۽ واقعي دادا ائين ڪري ڏيکاريو. اڄ جڏهن ته رت جا رشتا ئي مشڪل سان ٿا نڀائي سگهجن، هُن پوري آدر ۽ مان سان هن دين ڌرم جي رشتي کي توڙي نڀائي پنهنجي مهانتا جو اڻ مٽ ثبوت ڏنو.

هڪ ڀيري ڏانهس لکيل خط جي پڇاڙيءَ ۾ شرارتاً ليکم "توهان جي وڏي ڌيڻ" ته جواب لکيائين، "ادي هاڻ مان تنهنجي اها چٺي دستاويز ڪري رکي آهي، تو ٻاڻ پنهنجي اکرن سان قبول ڪيو آهي ته تنهنجي وڏي ڌيڻ ماهتاب هاڻ ته مان ننڍڙو آهيان، مون تي ڪوئي بار ڪونهي، نڪا ميار آهي، مان رسندس ته تون مونکي ضرور پرچائيندينءَ. جي احوال ۾ دير ڪندس تڏهن به ننڍڙو ڀاءُ سمجهي

معاف ڪنديون ۽ وري وري پٺي ريجهائينديون پرچائينديون، ڳتيون ناهي ڪاڏو ڪارائينديون. مان نہ اچان تہ تون تہ پارت ۾ مون سان ملڻ ضرور ايندين....."

دادا چندر کي سنڌ اچڻ جي ۽ سنڌ واسين سان ملڻ جي بي انتها خواهش هئي، پرجڏهن هو اچي ئي سگهيو. تڏهن سندس مصروفيتون انتهائي وڌيل هيون، ڪڏهن بئنڪاڪ تہ ڪڏهن نيويارڪ تہ ڪڏهن جپان، پيو تہ نهيو سڄي هندستان ۾ ئي هو اڪيلي سر پورو نٿي پئجي سگهيو. ۽ ان مصروفيت ۾ وقت گذارڻ جو احساس ئي نہ رهيس، پتو تڏهن پيس، جڏهن پنهنجا هيٺا هَڏ سنياريائين، تڏهن نهايت ئي ڏک مان لکي موڪليائينم:

"پيريءَ ۾ پياس تہ عيب مڙيوئي آيا ٿيا
سَنج مِڙيوئي ساڻ، پر جوين ڏيءَ جڏا ٿيا....."

دادا چندر جهڙي حساس دل فنڪار لاءِ اهي اهڃاڻ ڏاڍا مايوس ڪندڙ هئا. هو اڪثر سوچيندو هو تہ هن حياتي ۾ دل وارن ۽ دلبر ديس جو ديدار نصيب ٿيندو الائي ائين ئي پکي اڏامي پرديس وسائيندا. تڏهن لکيائين، "الائي گهٽا دم آهيون، مان تہ توکي دعائون پيو ڪريان- پر هاڻ تہ روبرو اچي مل تہ خوشي ٿيندي. محبوب منڙو ۽ توهان سڀئي اچو - احوال يڪدم ڏيو، ديدار ڏيو..... ضرور اچو....."

هر پيري اهائي وائي تہ جلدي اچو. دادا چندر مونکي دل جي گهراين سان هند اچڻ جي دعوت ڏني ۽ مونکي سندس ئي پروسي ۽ آسري تي، سائين محبوب اِهو اڪيلو سفر ڪرڻ جي همت ڏياري.

دادا چندر وٽان اهڙي ڪوٺ نہ اچي ها تہ مان "اندر جنين اَڄ" ۽ "سرهي سرهي سار" ڪڏهن بہ نہ لکي سگهان ها.

سنگيت آچاريہ ماسٽر چندر، اعليٰ ڪلاڪار سنگيت ڪار ۽ بهترين شاعر هئڻ کان پهرين، هڪ عظيم انسان بہ هو. قدرت جا گهرا راز ۽ رمزون سمجهائڻ جو ڪيس پنهنجو منفرد ڏانءُ هو. منهنجي دل کي، جڏهن بہ ڪي گهاءُ رسيا، مون جڏهن بہ ڪي، صدما سٺا، تہ هن نيڪ دل انسان پنهنجي وشال دليلن ۽ دلدارين سان اهي دور ڪري مونکي ڪنهن روشن ماڳ تي آڻي ٿي رسايو. اڄ بہ دل جا غبار مونکي سندس هي شعر ياد ٿا ڏيارين:

'سک دک دونو پائي پائي،
سمجهو ايڪ سمان،
دونو ڪا آدر ڪيجئي،
ڪيون؟ دونون هئن مهمان'.

دادا چندر اسان کان هاڻ ڏار ٿيو آهي پر هن جي جهان ڇڏڻ جا افواهہ تہ

سندس جوانيءَ جي زماني کان ئي هلندا ٿي آيا. جن کي هو کِلي پيو منهن ڏيندو هو. هڪ پيري رات جي وقت ڪي اخبار جا رپورٽر، اهڙي تصديق ڪرڻ لاءِ سندس گهر تي آيا، انهن کي چيائين ته قلم ۽ ڪاغذ ڪيو ۽ اخبار لاءِ خبر لکو:

'مان دنيا کي سڃاڻان ٿو،
مان دنيا جو ڏنل آهيان.
نه دنيا ئي لڪل آهي،
نه دنيا کان لڪل آهيان.
چون ٿا ويو چندر ڪَسجي،
برابر مان ڪٽل آهيان.
مٺل آهيان محبت ۾ اڪٿي،
مان مٺل آهيان.
مٺل کي ڪير ماريندو، مان جيئڻ کان ٿڪل آهيان.
جيئڻ وارا پيا مرندا،
مرڻ کان مان ڇٽل آهيان.'

دادا جي شاعريءَ جا ٽي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. قلم جي رواني ۽ بندش پڙهندڙ کي بيحد مزو ڏيندي، بحر ۽ وزن جي ڄاڻ هوندي به هن پهريائين شعر کي مِنو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اديب ۽ ڄاڻو وقتي ڪي ڇڪون ڪڍن به ڪٿي پر ڪيس انجي ڪڏهن به پرواهه نه رهي. سندس خاص ڪوشش اها ئي رهندي هئي ته جيئن شعر ڦِڪو نه ٿئي- نه ته ڪاظم صاحب ۽ نياز صاحب سندس اُستاد هئا ۽ سنگيت ۾ عاشق علي ۽ امير خان.

سنڌ ۾ دادا چندر جا ڪيترائي ڪيسٽ نڪرندا رهيا آهن پر افسوس ته ڪيس نه انهن جو اطلاع مليو نه رائيلٽي، جنهن ڳالهه جو ڪيس ارمان رهيو، هن چاهيو ٿي ته گهٽ ۾ گهٽ ڪانئس اهڙي اجازت ته ورتجي ها.

دادا جي سدائين اها آس هئي ته پنهنجي هلندي هلي ۽ ڪنهن جو محتاج نه ٿئي. جيڪو دم جيئي، سو خوش ٿي جيئي. خدا سندس اها خواهش پوري ڪئي.

دادا جي ڏاڍي خواهش هئي ته مان هڪ دفعو وري هند اچي ساڻس ملان، جو ڪيس پنهنجي جهان ڇڏڻ جي بشارت ملي چڪي هئي.

سندس آخري ڏينهن واري خطن ۾ اڪثر اهڙو اظهار هوندو هو جن کي پڙهي ڏک ٿيندو هئم، پر هن دلگير نه ٿيڻ جون ڏاڍيون دلداريون ڏنيون. هن سانحي تي خاص طور منهنجي نظرن آڏو هر هر دادي هيتي- جو نور وارو نماڻو چهرو اچي رهيو آهي، جنهن کي دادا چندر راڻين جيان راضي رکيو. هُني ڇٽا صبح جو پنهنجي پنهنجي پلنگ تي ويهي، چانهه مان ڪوسيون ڪوسيون سُرڪڙيون پريندي ڏاڍو وڻندا هئا. خدمت گذار نُهرون، لائق فرزند، فرمانبردار رعايا جيان

سندن خدمت ۾ حاضر هوندا هئا. پَرَ هجن تہ جيڪر اَڄ آڏامي وچي دادا جي سوڳوار ڪٽنب سان سندن ڏک ۾ شريڪ ٿيان..... ۽ ڀاءُ مهيش چندر ڪان پڇان تہ 'ڪٿي آهي اسانجو دادا چندر، کهڙين اڻ ڏٺين واٽن ۾ وڃائجي ويو آهي دادا، جو اُتان موٽي بہ نٿو اچي سگهي..... ڪاش وڃڻ وارا ڪنهن طرح سان پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندا رهن تہ اُنهن جي جدائي کي بہ دل ائين برداشت ڪري، جيئن زندگيءَ ۾ ڪنهن جي دائمي دوري خير خيريت وارن خطن يا خبرن جي آڌار تي گذاري ڇڏبي آهي.

*'هندراسي' بمبئي.*
*'هلال پاڪستان' ڪراچي.*

# دادا گرداس واڌواڻيءَ جي ياد ۾

ڪنهن به قوم جو مانُ ان ۾ آهي ته اها پنهنجي ادب ۽ ڪلچر کي سنڀالي، ان سان پيار ڪري، انکي اوج تي رسائڻ لاءِ جدوجهد ڪري، جو ته ڪابه قوم دولت سان نه پر پنهنجي ادب ۽ تهذيب جي ورثي واري خزاني سان دولتمند ٿئي ٿي.

دادا گرداس واڌواڻي کي انگريزي صحافت ۾ پنهنجي وسيع مطالعي ۽ گهري ڄاڻ ڪري جيڪو مٿانهون مقام حاصل آهي تنهن کان ڪير واقف نه هوندو، پر سنڌ جيجل جي ڪاتي جيڪي فرض مٿس عائد آهن، تن جو به ڪيس ڀرپور احساس رهيو آهي ۽ ان جي پورائي ۾ هن وسان نه گهٽايو آهي. هن پنهنجي يادگيرين تي ٻڌل جيڪي ٻه مجموعا ڇپرايا آهن سي صحافت ۽ ادب جي خيال کان ساراهڻ جوڳا ڪتاب آهن. دادا جو مقصد پريو ڪتاب "ساروڻيون" ساه سان سانڍڻ جهڙي سوکڙي آهي،جنهن ۾ پيرائتيون ڳالهيون، زندگيءَ جا بيشمار مشاهدا ۽ تجربا نهايت اثرائتي انداز سان بيان ڪيل آهن. ڪي ليک ته ايڏا وزندار آهن جو انهن کي ادبي شه پارو چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. "هيءُ به هٿا ڪي رنگ" ۽ "ساٿيهه جي سڪ" ۾ ڪراچيءَ جو پراڻو نقشو اهڙي ته فني ۽ ادبي ڍنگ سان بيان ڪيو اٿائين جو ڪتاب تي ٽائيم مشين هئڻ جو گمان پيو گذرندو، جيڪا پڙهندڙ کي ان دور ۾ آڻيو بيهاري. "موتين ڀري آهر" ۾ هو هڪ اهڙي صحافي جيان سامهون ٿو اچي جيڪو بظاهر ته هڪڙو ئي شخص آهي پر پنهنجي وسيع سڃاڻ ۽ سرگرمين ڪري ڄڻ ماڻهن جو مجموعو پيو لڳندو.

ورهاڱي وقت، هندستان وڃڻ لاءِ مفت ٽڪيٽون حاصل ڪرڻ کان پوءِ به ليکڪ جو ڏيهه ۾ ئي رهي پوڻ ۽ ان تي خدا جو شڪرانا مڃڻ، نهايت دل ڇهيندڙ منظر لڳو. پڙهندڙ به ڄڻ سندس ان جذبي تي سائس گڏ شڪرانا ٿو مڃي. "سنڌ ورڪين جو واپار "، "ڏياريءَ جو ڏڻ" ۽ "خالق ڏنو هال" پڙهڻ سان ان وقت جي قدرن ۽ لاڙن جي چڱي ڄاڻ پوي ٿي. ان ڪتاب ۾ نه رڳو ماضي جي حالتن جوپرموجوده وقت جي واقعن جو ٻڻ ڀرپور تجزيو ڪيل آهي. "ساروڻيون"

جي ليکن ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي لازوال انساني جذبن جو اظهار ملندو، جنهن ۾ وطن جي ذري ذري سان اٿاهه آڪير جا مثال ملن ٿا.

دادا پنهنجو مقصد سولي سنڌيءَ ۾ بيان ڪري ٿو، جنهن ۾ نہ ڏکيا ۽ دقيق فيلسوفاڻا نڪتا آهن، نہ ئي ناصحانا ۽ مبالغانا فقرا. هن جي هر ليک جو پنهنجو رنگ آهي پر جا ڳالهہ ساڳي آهي سا سندس جذبن جي سچائي ۽ ٻوليءَ جي رواني آهي، جيڪا ٻر وقت روح ۾ رلجي وڃڻ سان پڙهندڙ پاڻ کي ليکڪ جي ويجهو محسوس ڪري ٿو. اهم واقعن کي تہ پنهنجي اهميت هوندي آهي ئي پر ننڍن ننڍن واقعن کي بہ دادي ڏاڍي دلچسپي ۽ لڳاءُ سان لکيو آهي. نواب اسماعيل جو نفاست سان پان کائڻ وارو واقعو بہ ان جو هڪ سٺو مثال آهي.

ليکڪ جي تحرير تڏهن ئي مَلهائتي ۽ اثرائتي ٿئي ٿي جڏهن ان ۾ آيل سوچ ويچار تي ليکڪ کي پنهنجي اعتماد جي پٺڀرائي حاصل هجي. دادا کي بہ پنهنجي لکڻين جي ادبي اهميت جو احساس آهي. مون کي يقين آهي تہ پڙهندڙ وڏي خلوص ۽ محنت سان لکيل هن ڪتاب جي آجيان ڪندي دادا جي علمي، ادبي ۽ صحافيانہ خدمتن جو قدر ڪندا. مان هن يادگار ڪتاب لکڻ تي دادا کي دلي مبارڪون ٿي ڏيان.

*دادا گرداس راڌ راڻي جي ڪتاب 'ساروڻيون' جي مهورت جي موقعي تي ڪيل تقرير.*



يادن جي جهروڪن ۾ جهاتي پائڻ سان زندگي مونکي
سُکَ ۽ سانت جي هنج ۾ مُرڪندي ٿي نظر اچي...
جڏهن هر پاسي، هر سِمت خوشيون، رنگ، اُجريون، اُجريون
مُرڪون ۽ روپا ٽهڪ هئا... بي فڪريون ۽ سچايون ۽ قرب
هئا...!!!
اڄ اِن زندگيءَ کي نہ رڳو مان پر هر اهو ديس واسي
ڳولهي پيو، جيڪو پنهنجي ڌرتيءَ سان ڪميٽيڊ آهي
پر...هاڻ اُها زندگي ڪٿي آهي...اسين سڀ ان ڳولها ۾ گم
آهيون...
ڇا اُهي وڃائجي ويل رنگ...خوشبويون، مرڪون، ٽهڪ ۽
سک سلامتي هن ڌرتيءَ ۽ ڌرتي واسين کي موٽي ملندا...
الائجي..... الائجي!!

**ماهتاب محبوب**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪـڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻَ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٿڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)